# بُک

**Hunger**

(نوبل انعام يافته ناول)


## نٽ همسن

## يوسف سنڌي



نيو فيلڊس پبليڪيشنس

ٽنڊو ولي محمد حيدرآباد سنڌ.

1998ع

نيو فيلڊس پبليڪيشنس جو ڪتاب نمبر ٻه سؤ سترنهن

ڇپائيندڙ — نيو فيلڊس پبليڪيشنس
ٽنڊو ولي محمد، حيدرآباد سنڌ.

ڇپيندڙ — القادر پرنٽنگ پريس، ڪراچي.

پهريون ايڊيشن — جولاءِ 1998ع

قيمت — [redacted]/- رپيا





---

BUKH "Hunger" (Novel) Written by KNUT HAMSUN. Translated by YOUSIF SINDHI. Published by New Fields Publications, Tando Wali Mohammad, Hyderabad Sindh. Pakistan. First Edition July 1998. Price per Copy Rs. 50/-
Book No. 217

# ارپنا

انتهائي خلوص ۽ پيار منجهان
ضراب حيدر،
سارنگ سهتو
نعيم شيخ
۽
ستار نظاماڻي
جهڙن دوستن جي ناليِ.....
جن جو وجود منهنجي لاءِ
اُتساهه جو ڪارڻ آهي.

ويٺي جنين وٽ، ڏکندو ڏور ٽٽي،
تون، تنين سين ڪَٽ، اوڏا اڏي پکڙا.

يوسف سنڌي

# سنڌيڪار پاران

سنڌي ٻوليءَ ۾ ترجمي جي ضرورت تہ آهي، پر انهيءَ جي اهميت جو احساس ڪونهي. اهوئي سبب آهي، جو اسان وٽ ترجمي ڪندڙ کي نقال ۽ غير تخليقي هئڻ جا طعنا هڻي، سندن انهيءَ نيڪ جذبي جي توهين ڪئي ويندي آهي. هوئڻ ڏٺو وڃي تہ دنيا جون ڪيتريون ئي سماجي ۽ ذهني تحريڪون، ترجمو ڪندڙن جي محنت جو ئي نتيجو آهن. اڄڪلهہ ايشيا، آفريڪا ڪان سواءِ سڄي دنيا ۾ جيڪي سجاڳيءَ جون تحريڪون هلي رهيون آهن، انهن ۾ ترجمي جو اهم حصو رهيو آهن.

ترجمو هڪ زبان جي علمي، ادبي سرمائي کي ٻي زبان ڳالهائيندڙ، انساني گروهن تائين پهچائي ٿو ۽ ڪين ٻين جي تجربن مان لاڀ پرائڻ جو موقعو فراهم ٿو ڪري ۽ مختلف زبانون ڳالهائيندڙن جي وچ ۾ باهمي رابطي ۽ افهام وتفهيم جون راهون ٿو کولي.

زبانن جو فرق سدائين مختلف قومن ۽ گروهن جي وچ ۾ اتحاد ۽ ٻڌي ۾ هڪ رڪاوٽ رهيو آهي، جڏهن تہ ترجمي جي تهذيب ان رڪاوٽ کي دور ٿي ڪري.

ماضي جي تاريخ تي نظر وجهنداسين تہ مغرب جي فاتح قومن، مفتوح قومن جي طور طريقن، ريتن ۽ رسمن، مذهب، ادب ۽ تهذيب کي سمجهڻ جي لاءِ سدائين ترجمن جو سهارو ورتو آهي. گويا، ترجمن جو محرڪ، والار جي خواهش هئي. اهو سلسلو اڄ بہ قائم آهي، اڄ بہ دور جديد جون وڏيون طاقتون سڄي دنيا جي علم ادب ۽ فن کي پنهنجي زبانن ۾ منتقل ڪرڻ جي لاءِ هڪ وڏو ۽سگهارو نظام رکن ٿيون، جنهن وسيلي هو رڳو ٻين قومن جي تحريرن کي پنهنجي قومي گهرجن پٽاندڙ، پنهنجي زبانن ۾ منتقل ڪرڻ سان گڏ، پنهنجو علمي ۽ ادبي اثر و رسوخ پنهنجي قومي نظام فڪر ۽ سياسي عملداريءَ کي پنهنجي چوند ڪتاب جا (ٻين زبانن ۾) ترجما ڪري، عام

ڪن ٿيون. ماضيءَ تي نگاهہ وجهڻ سان اها بہ خبر پوي ٿي تہ ادبيات عالمر ۾، تاريخي دورن ۽ انساني تمدن جي سجاڳپ ۽ ليڻ جو واحد وسيلو ترجمو ئي رهيو آهي.

اسان جي بدقسمتي اها رهي آهي تہ مرزا قليچ بيگ کان پوءِ سنڌي زبان کي ڪو بہ ٻيو قليچ بيگ ملي ناهي سگهيو، ڪجهہ انفرادي ڪوششون ٿينديون رهيون آهن، پر اُهي بہ همت افزائي نہ ٿيڻ سبب دم ٽوڙيو وڃن، هينئر جيڪو سنڌ ۾ ادبي ۽ فڪري جمود طاري آهي، انهيءَ جو ٻين سببن سان گڏ هڪ سبب هي بہ آهي تہ، سنڌي ادب ترجمي جي فڪري خوراڪ کان خالي ٿي ويو آهي. ضرورت انهي ڳالهہ جي آهي تہ سنڌ ۾ تخليق سان گڏ ترجمن جو هڪ نئون دور شروع ڪجي ۽ سنڌي زبان کي علمي ۽ فڪري لحاظ کان سٺن ڪتابن سان مالا مال ڪجي. جيتوڻيڪ مونکي بہ سدائين اهو چٽي لويو ويو آهي تہ تون غير تخليقي ماڻهو آهين ؟ (معنيٰ بي ادب ۽ ڪنهن ڪم جو ناهين) پر منهنجي اڳيان سدائين مرحوم جي ايم مهڪريءَ جا اهي لفظ مشعل راهہ رهيا آهن: ”جيڪو بہ ماڻهو سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪا شئي ترجمو ڪري ٿو، سو قليچ بيگ جي دانشورانہ ڪٽنب جو ڀاتي آهي. جيڪو ليکڪ بہ هو ۽ مترجم بہ- اها ڪيڏي نہ فخر ۽ شان جي ڳالهہ آهي.“

چو تہ منهنجي نظر ۾ فڪري دولت ئي فقط، مالي دولت پيدا ڪري ٿي. يا ”اونداهيءَ تي ڦٽڪار وجهڻ کان بهتر آهي تہ ڪا شمع روشن ڪجي.“

انهن خيالن ئي مونکي ڪهاڻيون ۽ مضمون لکرائڻ ۽ ڪتاب ڇپرائڻ سان گڏ، ترجمن ڏانهن بہ مائل پئي ڪيو آهي، مون اونداهيءَ تي ڦٽڪار وجهڻ جي بدران، ڪجهہ شمعون روشن ڪرڻ جي ڪوشش ڪندي،نٽ همسن جي هن ڪتاب Hunger ترجمي ڪرڻ کان علاوه ڪجهہ ٻيا ڪتاب بہ ترجمون ڪيا آهن، جن ۾ ١. نيلسن منڊيلا جي آتم ڪهاڻي ’آزاديءَ جو ڊگهو سفر‘ (Long walk to freedom) ٢. جارج آرول جو ناول، ’جانورستان‘ (The Animal form) ٣. آئين فليمنگ جو ’گولڊ فنگر‘ شامل آهن.

انهن مان هي ڪتاب، بکُ اوهانجي هٿن ۾ آهي، انشاالله ترت ٻيا ڪتاب بہ ڇپجي اوهان تائين پهچندا.

# ليکڪ جو تعارف

سنڌ ۾ عام طور تي، جن يوروپي اديبن جي لکڻين جا حوالا ڏنا ويندا آهن، انهن ۾ نٽ همسن (Knut Hamsun) جو نالو ورلي ورتو ويندو آهي. انهيءَ جو هڪ سبب نٽ همسن جي ڪتابن تائين رسائي جو نه هئڻ ۽ ٻيو فيشن طور جن اديبن جا ۽ انهن جي ڪتابن جا نالا ڏنا ويندا آهن، انهن جون ڪجهه لکڻيون، سنڌيءَ ۾ ترجمون ٿيون آهن. پر نٽ همسن جي سواءِ هڪ اڌ ڪهاڻيءَ جي، ٻي ڪا لکڻي سنڌيءَ ۾ ترجمو ناهي ٿي.

نئين نسل وٽ نٽ همسن جو نالو اوپرو آهي. پر اڄ کان چار يا پنج ڏهاڪا اڳ، اهو نالو يورپ جو اهم ترين نالو تصور ڪيو ويندو هو ۽ سندس نالو ڊي. ايڇ لارينس سان گڏ ورتو ويندو هو. لارينس ۽ همسن ٻنهي ۾ هڪجهڙائي آهي. ٻنهي جو مرڪزي موضوع جنس ۽ فطرت ڏانهن موٽ جي بي پناهه خواهش آهي. ٻيئي صنعتي ترقي مان بيزار آهن. سندن خيال موجب انسان سائنسي ايجادن جي نتيجي ۾ فطرت کان جدا ٿي، ڪيترين ئي پريشانين ۾ گهيرجي ويو آهي. تنهنڪري انهن مسئلن جو حل فطرت جي گود ۾ موٽي وڃڻ ۾ آهي. انهن ٻنهي ناول نگارن جي 'نظريہ حيات' سان اختلاف ته ڪري سگهجي ٿو، پر انهيءَ ۾ ڪوبہ شڪ ڪونهي ته هنن وڏن ليکڪن وانگيان حيات ۽ ڪائنات جي مسئلن تي ويچاريو ۽ موجوده تهذيب کي، انساني مسئلن جو بنيادي سبب قرار ڏنو.

نٽ همسن، ويهين صديءَ جي اهم ناول نگارن مان هو، هن حيات ۽ ڪائنات جي باري ۾ نهايت سنجيدگيءَ سان ويچاري، پنهنجي مخصوص نظريي جي اظهار واسطي 'ناول' جي صنف کي اختيار ڪيو. هو فلسفي نه هو، پر فيلسوفائو فڪر رکندو هو. زندگيءَ جي باري ۾ هن جو پنهنجو نظريو هو. جنهن جو اظهار هو پنهنجي لکڻين ۾ ڪندو رهيو.

نٽ همسن، 4 آگسٽ 1859ع تي ناروي جي هڪ ننڍڙي ڳوٺڙي Lom ۾ هڪ بنهه غريب هاري جي گهر ۾ جنم ورتو. سندس پيءُ هارپو ڪري، ڏکيو سکيو وقت پيو گذاريندو هو. جڏهن همسن جي عمر ٽي سال ٽي ته پٽس اتر ناروي جي 'مردار سمنڊ' جي هڪ ٻيٽ ۾ لڏي وڃي ويٺو. جتي هو راڳ ڳائڻ، ٻيڙي هلائڻ، مڇيون جهلڻ ۽ ٻني ڪرڻ ۾ پنهنجي پيءُ جو هٿ ونڊائيندي زندگي گذاريندو هو. انهيءَ علائقي جي قدرتي سونهن ۽ سهڻن منظرن هن جي دل ۽ دماغ تي ڳوڙها اثر ڇڏيا. جيڪي اڳتي هلي سندس ناولن ۾ چٽجي ويا. اُتي ڪيس تمام گهٽ اسڪول پڙهڻ جو موقعو مليو. هڪ ڏينهن هو پنهنجي چاچي جي سختي ۽ مار موچڙي سبب گهران ڀڄي نڪتو ۽ هڪ موچيءَ وٽ اچي پناهه ورتائين. جتي هو 'جتيون ڳنڍڻ جو ڪم ڪندو رهيو. پر هو اُتي به گهڻا ڏينهن ٽڪي نه سگهيو ۽ وڃي آمريڪا ڪان نڪتو. اهو 1882ع جو سال هو، جتي هو ٻه سال گذارڻ ڪان پوءِ واپس وريو ۽ 1886ع ۾ ٻيهر آمريڪا اُسهيو. اٿين هو پندرنهن سالن تائين ناروي ۽ آمريڪا ۾ گذر سفر واسطي موچي ٽي جتيون ڳنڍڻ ڪان وٺي ٽرام جي ڪنڊيڪٽر ٿيڻ تائين جا ڏنڊا ڪندو رهيو.

هڪ اڻ پڙهيل ڳوٺاڻو همراهه دنيا جو ايڏو وڏو اديب ڪيئن بنجي ويو، اها حيرت ۾ وجهندڙ ڳالهه آهي. هن کان اڳ دنيا ۾ اهڙو ڪو ٻيو مثال موجود هو ته فقط مئڪسم گورڪيءَ (1868-1936) جو هو، جيڪو همسن جو همعصر هو، پر پنهنجي مزاج ۽ نظريي جي لحاظ کان همسن کان بلڪل مختلف هو. گورڪي صحيح معنيٰ ۾ هڪ پرولتاري اديب هو. ان جي ڀيٽ ۾ نٽ همسن پورهيت طبقي سان لاڳاپو رکڻ جي باوجود به ادب ۽ زندگيءَ جي باري ۾ ڌار نظريو رکندو هو. ادبي ٻوليءَ ۾ هيئن ڪٿي چئجي ته گورڪي خارجيت پسند هو ۽ همسن داخليت پسند- هڪ مظلوم انسانيت جي ڏکن، سورن ۽ مسئلن جي نبيري واسطي انقلاب جو قائل هو ته ٻيو فطرت جي هنج ۾ موٽي وڃڻ جو خواهشمند هو.

آمريڪا ۾ رهڻ جي دوران 'نٽ همسن' نهايت غربت واري زندگي گذارڻ جي باوجود به پنهنجي ادبي ذات کي جلا بخشيندو رهيو. انهيءَ دوران

هن سهيوڳي ادب جي باري ۾، جيڪي ڪجهه پڙهيو ۽ سوچيو هو، اِهو هو پنهنجي ليڪچرن ۾ بيان ڪندو رهيو. همسن جي ادبي زندگيءَ جي شروعات 1888ع ۾ انهي وقت ٿي، جڏهن هن ٽيهن سالن جي عمر ۾ پنهنجي پهرينءَ ناول Hunger جو پهريون حصو، هڪ فرضي نالي سان ڇپرايو. همسن دنيا جي ان ٿورن ليکڪن مان آهي، جن کي سندس پهرين لکڻي جي ڪري ئي شهرت حاصل ٿي. انهيءَ ناول جي ڇپجڻ شرط نه رڳو نارويجين زبان ۾، پر سڄي دنيا ۾ ہڙدڪ مچي ويو ۽ سيني جو ڌيان هن ڏانهن ڇڪجي ويو. انهيءَ ناول، سندس زندگيءَ جو رخ ئي ڦيرائي ڇڏيو. اهو ناول، هڪ فاقن هيٺ گذاريل اديب جي حيثيت سان ليکڪ جي گذاريل گهڙين، احساسن ۽ تجربن تي مشتمل آهي. جنهن ۾ هن سماج جي باري ۾ پنهنجي مخصوص تصورن جو وڏي بي باڪيءَ سان اظهار ڪيو آهي. سندس شهرت ۽ مقبوليت جو هڪ سبب انهيءَ دور جي عالمي صورتحال به آهي. جنهن جي نتيجي ۾ سرمائيدار ملڪن ۾ اقتصادي بحران منهن ڪڍيو ۽ روس، جرمني، فرانس ۽ ٻين سرمائيدار ملڪن ۾، سرمائيداريءَ جي خلاف رِدعمل ظاهر ٿيڻ لڳو. هن ناول جي اشاعت جي لڳ ڀڳ اوٽيهن سالن کان پوءِ روس ۾ اشتراڪي انقلاب آيو ۽ دنيا جي ريڊيڪل ۽ ترقي پسند حلقن، انهيءَ ناول کي هٿو هٿ ورتو. دلچسپ ڳالهه اها آهي ته نٽ همسن کي سماجي معاملن يا معاشرتي موضوعن سان ڪا به دلچسپي ڪانه هئي. البت هن ڪرب ۾ مبتلا پنهنجي هيروءَ جي ذهني ڪيفيتن کي اهڙي نموني ڇٽيو، جو سرمائيدار سماج جون سڀ برايون سامهون اُبري آيون.

ادبي لحاظ کان نٽ همسن حقيقت نگاريءَ جي خلاف هو. ناول 'بک' جي وڏي خوبي اِها هئي ته هو انهيءَ دور جي مروجه حقيقت نگاريءَ جي اثرن کان بلڪل مبرا هو. ليکڪ وقت جي معروضي عڪاسي ڪرڻ بدران ان کي هڪ Protogonist جي حيثيت سان ڏٺو ۽ حقيقت ناول ۾، سندس ذهني اظهار Mental State جي صورت اختيار ڪري ورتي. اهو ناول پنهنجي منفرد انداز ۽ اوريجنل اسٽائيل جي ڪري ادبي حلقن ۾ گهڻو پسند پيو. همسن جو اسٽائيل پنهنجي هممعصرن جي ڀيٽ ۾ قطعي مختلف، غنائي (Lyrical)

سفاڪانہ (Brutal) ۽ سنجيده (Serious) هو.

انهيءَ دور ۾، نٽ همسن پنهنجي ادبي موقف جي وضاحت جي لاءِ، تنقيدي مضمونن جو سلسلو شروع ڪيو. 1889ع ۾ هن جي هڪبي پٺيان ڪيترائي مضمون شايع ٿيا جن ۾ هن پنهنجي پيشروئن ۽ پنهنجن وڏن همعصرن تي چِٽي تنقيد ڪئي ۽ عام ڊگر کان هٽي ڪري، نئون ادب تخليق ڪرڻ تي زور ڏنو. هن نہ رڳو نئين ادب جي تخليق جي گهُر ڪئي، پر پنهنجي طويل ادبي ڪيريئر دوران مختلف تخليقن جي ذريعي انهيءَ جا مثال بہ پيش ڪيا. هتي اها ڳالهہ واضح هئڻ کپي تہ اهي ويهين صديءَ جي شروعات کان اڳ جون ڳالهيون آهن. هي انهيءَ دور جون ڳالهيون آهن، جڏهن استان وال جو سرخ وسياهہ (1830ع) بال لزاڪ جو پيو گوريو (1834ع) شارلٽ برونٽي جو جين آيز (1847ع) ٽالسٽائي جو جنگ ۽ امن (1846ع) دوستو وسڪيءَ جو ايڊيٽ (1868غ) ٿيڪري جو وهينٽي فيئر (1848ع) ڊڪنسن جو ڊيوڊ ڪوپر فيلڊ، ۽ ميريڊٿ جو Egoist جهڙا شاهڪار ناول ڇپجي چڪا هئا ۽ مغربي ادب ۾ حقيقت نگاريءَ هڪ غالب رجحان هئي. انهي دور ۾ نئين ادب جون ڳالهيون ڪرڻ بلاشڪ غير معمولي ڳالهيون هيون. انهي دور ۾ نٽ همسن جو اهم مقالو On the unconcious life of mind شايع ٿيو. انهيءَ سال سندس پهريون ناول Hunger مڪمل ڪتابي صورت ۾ شايع ٿيو هو. انهيءَ ۾ هن لکيو، "بنيادي طور تي اسان کي بلڪل نئين ادب جي گهرج آهي، جيڪو فقط فرد جي لاءِ مخصوص هجي يا هن جي داخلي زندگيءَ جي عڪاسي ڪندڙ هجي." هن ٻڌايو تہ اسان جون ڪي نفسياتي ڪيفيتون اهڙيون هونديون آهن، جن جون مروجہ ادبي ٽيڪنيڪ وسيلي اظهار ممڪن ڪونهي. نٽ همسن جو موقف سندس ذاتي تجربن تي ٻڌل هو ۽ هن اهو نتيجو دوستو وسڪي ۽ فرائيڊ کان اڳ جي نفسيات جي ماهرن جي اڀياس مان اخذ ڪيو هو. سو، نٽ همسن، ۽ ڪانٽس پوءِ جيمس جوائس ۽ ورجينا وولف وغيره، جيڪو ادب پيش ڪيو، اهو اوڻويهہ صديءَ جي حقيقت نگارن کان بلڪل مختلف نئون ادب هو. ان لحاظ کان اسين نٽ همسن کي جديد ادب جو علمبردار چئي سگهون ٿا.

Hunger کان پوءِ، نٽ همسن جا اٽڪل هڪ ڊزن ناول شايع ٿيا. انهن مان جن ناولن سڀ کان وڌيڪ مشهوري ماڻي اهي پين (1884ع) وڪٽوريہ (1898ع) Mysteries (1927ع) ۽ Markens Grode (1917ع) شامل آهن. 1920ع ۾ سندس سڀ کان وڌيڪ چرڪائيندڙ ناول The growth of the soil جو ترجمو شايع ٿيو ۽ انهيءَ سال (1920ع) ۾ کيس ادب جو نوبل انعام بہ ڏنو ويو. اهڙي طرح کيس عالمي شهرت يافتہ ۽ مستند اديب تسليم ڪيو ويو.

نٽ همسن جي ناولن ۾ ٻہ رجحان ملن ٿا. هڪ پاسي هو ’پين‘ ۽ ’وڪٽوريا‘ ۾ فطرت جو پرستار ۽ Nature Mystic نظر ٿو اچي، جڏهن تہ ٻي پاسي ’دي گروٿ آف دي سوئل‘ ۾ هو جديد تهذيب جو سڀ کان وڏو ناقد ٿو نظر اچي. جديد انسان جي مادي پرستي تي سندس نقطہ چيني، ڪنهن مهل تہ بني نوع انسان کان نفرت جي سرحد کي ڇهندو محسوس ٿي ٿئي. ’پين‘ نارويجين زبان جو سڀ کان خوبصورت ناول مڃيو ويو آهي.

سندس ناولن ۾، جنهن ناول کي شاهڪار جو درجو حاصل آهي جنهن کي صحيح معنيٰ ۾ هن جو Monumontal چئي سگهجي ٿو، اهو ’دي گروٿ آف دي سوئل‘ آهي. هن ناول ۾ سندس فن عروج تي نظر ٿو اچي. انهيءَ ۾ ليکڪ زندگيءَ جي باري ۾ پنهنجي نقطہ نظر کي ڏاڍي وضاحت سان پيش ڪيو آهي ۽ ڪلاسيڪي طرز جو اهو ناول ويهين صديءَ جي عظيم ناولن مان هڪ آهي. انهيءَ ۾ ليکڪ زندگي ۽ معاشري جي باري ۾ پنهنجي نقطہ نظر کي ڪهاڻي ۽ مختلف ڪردارن وسيلي جنهن نموني پيش ڪيو آهي، اهو اڄوڪي دور ۾ ڏکيو ٿو نظر اچي. انهيءَ جو هيرو، سندس ٻين ناولن جي هيروز جي ڀيٽ ۾، هر لحاظ کان مختلف آهي. ناول جو هيرو جديد تهذيب کان ڏور، ناروي جي هڪ ڏورانهين ۽ غير آباد ٻيٽ جي پهاڙ جي پيڪَ ۾ رهي ٿو. جتي اڃا نئين تهذيب جو ڪرڙو بہ ناهي پهتو. بلڪہ انسان اڃا اتي صحيح نموني قدم ئي نہ رکيا آهن. انهيءَ ٻيٽ جي ويراني ۽ جديد تهذيب کان دوريءَ جو اندازو انهي ڳالهہ مان لڳائي ٿو سگهجي تہ هن ٻيٽ تي فقط ڪڏهن ڪڏهن اسٽيمر ايندو آهي ۽ ايئن ٻيٽ جو اصل سرزمين سان ٿوري دير جي لاءِ رابطو قائم ٿيندو آهي. ٻيٽ ۾ آباد ماڻهو پنهنجي گهرج جون سيئي شيون قدرت کان

حاصل ٿا ڪن. اهڙي ويرانيءَ ۾ ناول جو هيرو اڪيلو اچي رهي ٿو پوي ٿو فطرت سان مقابلو ڪرڻ جي بدران، انهيءَ سان هم آهنگيءَ سان رهي ٿو. انسان کي پيٽ جي بک مٽائڻ کان پوءِ، جنسي بک مٽائڻ جي ضرورت پوندي آهي. تنهن ڪري هو هڪ اهڙي عورت کي ڳولهي ٿو، جنهن کي پنهنجي ناجائز ٻار کي قتل ڪرڻ جي ڏوهہ ۾ ڏهي قيد جي سزا ملي هئي ۽ جيڪا سزا ڪاٽي ٻيٽ تي واپس موٽي آئي هئي. هو انهيءَ سان زندگي گذارڻ ٿو لڳي ۽ سندس زال گهرو ڪم ڪار کان سواءِ ٻني ٻاري ۾ بہ سندس هٿ ونڊائڻ لڳندي آهي. تنهن کان پوءِ ڪيس هڪٻئي جي پويان ڪيترائي ٻار ڄمن ٿا ۽ وڏا ٿي ٻني ٻاري ۾ سندس مدد ڪن ٿا. ائين ڪئين جڳ گذري ٿا وڃن. اوچتو، انهيءَ ويرانيءَ ۾ جديد تهذيب جي يلغار ٿئي ٿي. شهر جا ماڻهو ٽڪرين جي سروي ڪرڻ اچن ٿا ۽ مٽن انڪشاف ٿئي ٿو تہ انهيءَ علائقي ۾ ڪوئلي جو وڏو ذخيرو موجود آهي ۽ حڪومت اتان ڪوئلو ڪڍڻ جو فيصلو ڪيو آهي. ائين ڏسندي ئي ڏسندي ويران ۽ سنسان ٻيٽ آباد ٿي وڃي ٿو. آسپاس ڪوئلي جون کاڻيون قائم ٿي وڃن ٿيون. حڪومت ۽ ڪوئلا ڪمپنيءَ جا نمائندا، کين سندن زمين جي دل گهري قيمت ڏيڻ جي آڇ ڪن ٿا. جديد تهذيب کان متاثر، سندس ڇوڪرا زمين وڪڻي، شهر ۾ هلي رهڻ جي صلاح ڏينس ٿا، پر هو نابري واري ٿو. ڪمپنيءَ جا نمائندا ڪيس سمجهائي سمجهائي ٿڪي ٿا پون. سندس نوجوان پٽ بغاوت ڪري گهران هليا ٿا وڃن. پر هو پنهنجي اراديءَ تي مضبوطيءَ سان قائم آهي، ۽ هڪ ڏينهن اهڙو بہ اچي ٿو، جڏهن کاڻين جو سمورو ڪوئلو ختم ٿي وڃي ٿو، کاڻيون بند ٿي وڃن ٿيون ۽ کاڻين جون وسنديون ويران ٿي وڃن ٿيون. مزدور، ٻيٽ ڇڏي، گذر سفر جي ڳولا واسطي، واپس شهر موٽي ٿا وڃن. هو پنهنجي ٻارن کي زمين ڇڏي وڃڻ کان منع ٿو ڪري، پر نئين تهذيب جا ديوانا سندس ٻار انهيءَ جي لاءِ تيار نہ آهن. سيني جي مٽن ۾ آمريڪا وڃڻ ۽ دولت ڪمائڻ جو سوداءُ سمايل رهي ٿو. اهڙي طرح ناول جو هيرو ٻڍاپي ۾ پنهنجي زمين تي اڪيلو رهجي ٿو وڃي.

ليڪڪ، انهيءَ ناول ذريعي اهو ٻڌائڻ جي ڪوشش ڪئي آهي تہ

صنعت تي ٻڌل شهر ۽ وسنديون ويران ٿي سگهن ٿيون پر فطرت جي گود ۾ ماڻ جي هنج جيان، انسان جي لاءِ سدائين ٽهليل رهندي آهي. اهو ناول صنعتي تهذيب جي خلاف هڪ فطرت پرست ليکڪ جو زبردست احتجاج آهي. ليکڪ پنهنجي موقف جي اظهار جي لاءِ وسيع ڪينوس استعمال ڪيو آهي. انهيءَ ناول ۾ ليکڪ جديد ڪلچر جي سيني پهلوئن کان جن ۾ جنس ۽ محبت به شامل آهن. نفرت جو اظهار ڪيو آهي. اها ڳالهه به ذڪر جوڳي آهي ته نٽ همسن نه رڳو پنهنجي لکڻين ۾ فطرت سان پنهنجي عشق جو اظهار ڪيو آهي، پر خود هن به ڏکڻ ناروي ۾ هڪ وڏو فارم قائم ڪيو ۽ پنهنجي گهر وارن سميت اوڏانهن منتقل ٿي ويو. پر وڌيڪ دلچسپ ڳالهه اها آهي ته اُتي هن تمام گهٽ وقت گذاريو. هو شهر ۾ ناول لکندو ۽ ٻين کي فطرت جي هنج ۾ واپس ورڻ جي ترغيب ڏيندو رهيو. انهيءَ ناول کان سواءِ همسن جي ٻين ناولن ۾ به، خاص ڪري پوئين دور جي ٽن ناولن Vaga Bond (1927) August (1930) ۽ The Road Leads on (1933ع) ۾ به نيچر اهم ڪردار ادا ٿي ڪري. پر انهي ناول 'دي گروٿ آف دي سوئل' جي عظمت کي ڇا ڇهن.

جتي ان ڳالهه جو به ذڪر ڪندو هلان ته، ناروي جي عوام نٽ همسن کي، سندس زندگيءَ ۾ جيڪو مان ۽ مرتبو ڏنو، اهو هر قوم جي لاءِ قابل تقليد آهي. پر اها به حقيقت آهي ته نارويجين قوم ٻي مهاڀاري جنگ جي دوران قوم سان غداري ڪرڻ تي همسن کي جهڙي نموني سزا ڏني، انهيءَ جو مثال به تاريخ عالم ۾ ڪٿي ملي. ٻي مهاڀاري جنگ جي دوران جڏهن نازي فوجن، ناروي تي قبضو ڪيو ته شمسن انهيءَ جي مذمت يا مزاحمت ڪرڻ جي بدران، انهن کي ڀليڪار چيئي. جنهن نارويجين عوام کي سخت صدمو رسايو ۽ هنن خاموش احتجاج ڪندي، همسن جا سڀ ڪتاب ٽپال ذريعي کيس واپس موڪلڻ شروع ڪيا. همسن کي روز سون جي تعداد ۾ ڪتاب ملڻ لڳا. عوام نفرت جي اظهار طور سندس ڪتاب پڙهڻ ڇڏي ڏنا. ٻي جنگ عظيم جي پڄاڻيءَ تي همسن کي گرفتار ڪيو ويو ۽ مٿس ڳرو ڏنڊ وڌو ويو. کيس موت جي سزا رڳو انهيءَ ڪري نه ڏني ويئي. جو جج کيس ذهني طور تي معذور قرار ڏنو هو. شمسن پنهنجي وفات کان اڳ پنهنجي آخري لکڻيءَ ۾ انهن

الزامن جي ترديد ڪئي آهي، جيڪي متس هنيا ويا هئا. هن اهو بہ اعلان ڪيو تہ هو ذهني طور تي بلڪل صحتمند آهي. ويهين صديءَ جي هن وڏي ناول نگار 19 فيبروري 1952ع تي 90 سالن جي ڄمار ۾ وفات ڪئي.

انهيءَ واقعي کي هڪ عرصو گذري ويو. نارويجين عوام سندس ڪوتاهين کي نظرانداز ڪري 4 آگسٽ 1959ع تي سندس سئو سالہ ولادت جو جشن نهايت ڌام ڌوم سان ملهايو. انهيءَ موقعي تي هڪ شاندار تقريب ٿي، جنهن ۾ هزارن جي تعداد ۾ ماڻهن شرڪت ڪئي ۽ دنيا جي هن عظيم اديب کي عقيدت جا گل پيش ڪيا ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر ثابت ڪيو تہ اديب ۽ شاعر جو سياسي نظريو ڪٿي ڪهڙو بہ هجي. پر سندس پهرين ۽ آخري سڃاڻپ 'اديب' جي ٿي آهي ۽ وقت کيس انهيءَ حيثيت سان ياد رکي ٿو.

جيئي سنڌ!
يوسف سنڌي
26-6-1998ع

## (1)

هيءَ انهن ڏينهن جو ذڪر آهي، جڏهن آئون ناروي جي شهر ڪرسچينا ۾ بيڪاري ۽ رولڙي جا ڏينهن گذاري ۽ بکن وگهي مري رهيو هئس، ۽ بي روزگاريءَ سبب در در ڌڪا کائي رهيو هئس.

ڪرسچينا اهو شهر آهي، جتي وقتي رهائش کان پوءِ ٻه، ڪو به ماڻهو اتان روانو ٿيڻ وقت، اتي جون ساروڻيون پاڻ سان گڏ کڻي وڃڻ کان سواءِ رهي نه ٿو سگهي.

آئون جنهن گهر ۾ رهندو هئس، ان جي مٿينءَ ماڙ تي، پنهنجي ڪٽولي تي ليٽيو، جاڳي رهيو هئس. ڏينهن جي سهائي چڱي طرح پکڙجي چڪي هئي. هيٺ لڳل گهڙيال ڇهه وڄايا. ماڻهو ڏاڪڻين تان لهي ۽ چڙهي رهيا هئا. دروازي وٽ هڪ مُڙيل ڪاغذ پيو هو. جنهن تي لاشن جي تعداد، پراڻي زماني جي لکيل تاريخ تي ياد ڏياري. مون کي ڏينهن جي روشنيءَ ۾ هر شئي چٽي ۽ صاف نظر اچي رهي هئي. لائٽ هائوس جي ڊئريڪٽر جو نوٽيس بورڊ ۽ ان جي کابي پاسي وڏن اکرن ۾ لکيل "جيمس اولسن" جو اهو اشتهار، جنهن ۾ نئين طريقي سان تيار ڪيل ڊبل روٽيءَ جي واکاڻ لکيل هئي.

مون اک کولي عادت موجب سوچڻ شروع ڪيو ته اچ مون وٽ ڪا به انڊڙي شئي ڪونهي، جنهن جي سهاري پنهنجو اجوڪو ڏينهن خوشي ۽ اطمينان سان گذاري سگهان، ڪيترن ئي ڏينهن کان منهنجو کيسو بلڪل خالي هو. مون وٽ جيڪي به چار ٿيڙ هئا، سي به هوريان هوريان پنهنجي چاچي وٽ گروي رکي چڪو هئس. تنگدستيءَ سبب منهنجي سياءُ ۾ چڙ ۽ ڪاوڙ اچي واسو ڪيو هو. ڏينهن ۾ ڪيترائي ڀيرا ائين به ٿيو ٿي ته مون پنهنجو هنڌ ويڙهي سيڙهي تي رکيو ۽ اهو سوچڻ لڳندو هئس ته مون کي

ڪنهن بہ مهل هتان نڪري وڃڻون پوندو. ڪڏهن ڪڏهن خوشقسمتيءَ سان منهنجو ڪو مضمون ڪنهن مقامي اخبار يا رسالي ۾ ڇپجي تي ويو ۽ مون کي معاوضي ۾ پنج شلنگ ملي ويندا هئا.

هاڻي ڇئني ڏسائن ڏينهن جي روشني پکڙجي چڪي هئي. مون دروازي وٽ لڳل سڀ اشتهار هڪ هڪ ڪري پڙهڻ شروع ڪيا. دروازي جي ساڄي پاسي وڏن اکرن ۾ لکيل اشتهار ڄڻ مون کي چيڙائي رهيو هو: ”مس اينڊرسن وٽ سستا ۽ معياري ڪفن وڪرو ٿيندا آهن.“

ان اشتهار جي لکت ڪيتري ئي دير تائين منهنجي ذهن ۾ ڦرندي رهي. هيٺان گهڙيال مان اٺ وڄڻ جو آواز آيو. مون اٿي ڪپڙا پائڻ شروع ڪيا. پوءِ دري کولي ٻاهر نهارڻ لڳس. جتي آئون بيٺو هئس، اتان کان مون کي سُڪندڙ ڪپڙن جون قطارون ۽ ويڪرو ميدان نظر اچي رهيو هو. ڪجهه پريرو لوهار جي سڙيل دوڪان جو ڪنبر نظر اچي رهيو هو. جتي ڪجهه مزدور ان جي صفائيءَ ۾ لڳل هئا. مون نوننين جي سهاري بيهي، دريءَ مان هيٺ نهاري، کليل ميدان ڏانهن ڏٺو. آسمان صاف هو. ائين ٿي لڳو ڏينهن سُهائو ۽ خوشگوار رهندو.

خزانءُ جي تڏيرڙي منڌ هئي. جنهن ۾ هر شئي مرجهائجي ۽ پنهنجو رنگ ڇڏي ويندي آهي. رستن جو گوڙ منهنجو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪرائي رهيو هو. ڪمري جو تنگو فرش هلڻ سان ڏکي رهيو هو. اهو مون کي ڪنهن تابوت جيان لڳو هو. دروازي جون ڪنڊيون ۽ ڪڙا بہ چڱيءَ طرح نہ ٿي لڳا. ڪمري ۾ سگهري بہ نہ هئي. چوڌاري ساڙ جي ڏپ پکڙيل هئي. آئون پنهنجا جوراب بستري جي هيٺان رکي سمهندو هئس، جيئن بدن جي گرميءَ جي ڪري سُڪي وڃن. ڪمري ۾ فقط هڪ شئي توري پُر سڪون هئي، اها هئي گهمندڙ ڦرندڙ ڪرسي، جنهن تي ويهي آئون اڌ ننڊ- اڌ جاڳ ۾ پنهنجو ڌيان هيڏانهن هوڏانهن ڪندو رهندو هئس، جنهن سان ڪجهه دل وندري ويندي هئي. جنهن وقت تيز هوا لڳندي هئي تہ هينيون دروازو نڪاءُ ڪرڻ شروع ڪندو هو ۽ فرش ۽ ديوارن مان عجيب قسم جا آواز ٻڌڻ ۾ ايندا هئا. ڄڻ ڪو لڳاتار ڪنجهي رهيو هجي.

نيٺ آئون اٺي ڪڙو ٽيس ۾ بستري جي پرسان پيل ڪوڪي کي ٺلهورڻ لڳس تہ من ڪا ڪائڻ جي شئي ملي پئي ۽ آئون ناشتو ڪري سگهان. پر ان ۾ ڪجهہ بہ نہ هو. آخر ۾ آئون دريءَ وٽ وڃي ويٺس ۽ سوچڻ لڳس، خبر ناهي مون کي ڪٿي نوڪري ملي سگهندي بہ يا ائين ئي بيڪاريءَ ۾ ڏينهن گذرندا رهندا. مختلف هنڌن تان مايوس ۽ ناڪام واپس موٽڻو پيو هو. ڪيترن هنڌن تي اينڊڙ پيري نوڪري ڏيڻ جا واعدا ڪيا ويا ۽ اميدون ٽٽي پيون. بار بار جي شڪست جي باوجود وري بہ همت ڪري، نوڪريءَ جي ڳولا شروع ڪندو هئس. پر نتيجو ڪجهہ بہ نہ نڪرندو هو. نيٺ آئون حوصلو هاري ويٺس. هاڻ فقط هڪ اميد باقي بچيل هئي. هڪ آفيس ۾ درخواست ڏني هيم. اتان بہ جواب مليم، منهنجي درخواست دير سان پهتي هئي، تنهن کان سواءِ، پنجاهہ شلنگ جي روڪَ ضمانت بہ گهربل هئي، جنهن جو بندوبست منهنجي لاءِ ناممڪن هو. مطلب تہ منهنجي رستي ۾ ڪانہ ڪا اهڙي رڪاوٽ ضرور اچي ٿي ويئي، جيڪا منهنجي محروميءَ جو سبب بڻي ٿي. نيٺ نوبت ايستائين وڃي پهتي جو آئون فائربريگيڊ ۾ بہ ڀرتيءَ لاءِ تيار ٿي ويس ۽ فائربريگيڊ اسٽيشن پهچي اميدوارن جي قطار ۾ بيهي رهيس. اسين سڀ ڪل ملائي پنجاهہ کن اميدوار هئاسين. جيڪي ڪجھ دير تائين بيٺا اوسيئڙو ڪندا رهياسين، تڏهن وڃي هڪ انسپيڪٽر آيو. ان کي ڏسي اسان سيني چاتيون ٿلهائي چڏيون تہ جيئن هو اسان جي صحت ۽ جسماني تندرستيءَ کان متاثر ٿي اسان کي ڀرتي ڪري. انسپيڪٽر هڪ هڪ کي ڌيان سان ڏٺو، سيني جي ٻانهن جي ڏورن جو جائزو ورتو ۽ هڪ ٻن کان سوال جواب بہ ڪيو. جڏهن مون وٽان لنگهيو تہ مون ڏانهن ڌيان ڏيڻ کان سواءِ، اهو چوندو اڳتي وڌي ويو تہ تنهنجي نظر ڪمزور آهي.

ڪجهہ ڏينهن کان پوءِ، مون ٻيهر درخواست ڏني. ۽ پيشيءَ جي وقت عينڪ لاهي چڏيم، جيئن منهنجي نظر جي ڪمزوريءَ جو بهانو نہ رهي. جڏهن انسپيڪٽر منهنجي ويجهو آيو تہ مون پنهنجا پرون تاڻي ڪيس ڏسڻ شروع ڪيو. پر هن مون کي سڃاڻي ورتو. ۽ مون وٽان مرڪندو اڳيان وڌي ويو. هاڻي، حالت اها هئي تہ مون وٽ صاف سٿرا ڪپڙا بہ نہ رهيا هئا. جن

ڪي پائي، سنو حليو بنائي، ڪنهن انٽرويو لاءِ وڃي سگهان. هوريان هوريان منهنجي حالت خراب ٿيندي ويئي. حد اها هئي جو هاڻ مون وٽ هڪ ڪوڏي به نه هئي. ايٽريقدر جو هڪ ڦٽي ۽ ڪتاب کان به محروم ٿي چڪو هئس. گرمين ۾ سڄو ڏينهن پارڪن ۽ گرجا گهرن جي قبرستان ۾ گذاريندو هئس. جتي ويهي، آئون اڪثر اخبارن ۽ رسالن جي لاءِ ليک لکندو هئس. مختلف موضوعن تي مون صفحن جا صفحا لکي ورتا. جن ۾ عجيب نوعيت جا خيال ۽ نوان نوان تصور منهنجي ذهن ۾ اُڀرندا هئا. جڏهن آئون هر طرف کان مايوس ٿي ويس ته مون ڏاڍي پري جي سوچي ۽ اهي عجيب عجيب خيال ۽ تصور، ڪلاڪن جا ڪلاڪ سوچي ويچاري، لکڻ جي ڪوشش ڪندو هئس. ۽ جڏهن سخت محنت ۽ ڪوشش کان پوءِ اهي مضمون ڪنهن اخبار يا رسالي جي دفتر ۾ کڻي ويندو هئس ته انهن جو ايڊيٽر اهي نامنظور ڪري منهنجي سڄي محنت تي پاڻي ڦيري ڇڏيندو هو. پر آئون انهن جي لڳاتار انڪار جي باوجود به لکڻ ۾ مصروف رهندو هئس ۽ پنهنجي دل کي اهو چئي تسلي ڏيندو هئس ته نيٺ ته هڪ ڏينهن آئون شاندار ڪاميابي ماڻيندس ۽ ڪڏهن ڪڏهن منهنجي محنت جو معاوضو ملي ويندو هو ته خوش ٿي سوچيندو هئس، ”مزو اچي ويو! ٻنپهرن جو فقط ٻه ڪلاڪ ڪم ڪري مون کي پنج شلنگ ملي ويندا آهن، بس هاڻ پنهنجو ڪم ٿي ويو.“

اهو سوچي هڪ ڀيرو وري، دريءَ وٽان هٿي چلمچيءَ وٽ آيس ۽ ٿورو پاڻي کڻي، پنهنجي گوڏن تي هنيم. خيال اهو هو ته منهنجي پتلون جي گوڏن تي جيڪي مَر جا ٽڙا جمي ويا آهن، تنهن جو رنگ ڏنڊلو ٿي وڃي ۽ پتلون نئين معلوم ٿيڻ لڳي. تنهن کان پوءِ پينسل ۽ پنا پتلون جي کيسي ۾ رکي، ٻاهر نڪري آيس. آئون آهستي آهستي چپ چپات، گهر جي مالڪيائيءَ جي نظرن کان بچندو، ڏاڪڻيون لٿس. ڇو ته مون کي سڄي مهيني جي مسواڙ ڏيڻي هئي. هوءَ ڪيترن ئي ڏينهن کان گهُر ڪري رهي هئي ۽ مون وٽ ڪجهه به نه هو، جو مسواڙ ڏيئي سگهان.

صبح جا نوَ ٿي چڪا هئا. رستن تي خوب اچ وڃ هئي. گاڏين ۽ واٺهڙن جا آواز، قدمن جا آواز، ۽ گهوڙي گاڏين جي گوڙ سبب پنهنجي اندر ۾ تازگي

محسوس ڪرڻ لڳس. هاڻي آئون هر طرف کان مطمئن هئس. مون کي فقط هڪ خيال ذهن ۾ هو تہ ٿورو سير ڪجي، جيئن صُبح جي تازي هوا، منهنجي ڦڦڙن ۾ جادو ڦوڪي سگهي. اهو سوچي آئون پاڻ کي چست ۽ ڦڙت محسوس ڪرڻ لڳس. ائين محسوس ٿيم تہ ڊوڙندڙ گاڏي کي روڪي وٺان. مطلب تہ مون تي عجيب بي فڪريءَ جو عالم طاري هو ۽ آئون مست مگن واٽهڙن کي تڪيندو مٿن فلڪ ٿي نہ اٿيندو، هلندو ٻي ويس. ڪڏهن پتين تي لڳل پوسٽر پڙهڻ تي لڳس. ڪڏهن ٽرام ۾ ويٺل ماڻهن مان هڪ هڪ جو جائزو ٿي ورتم ۽ پرپاسي جي هر معموليءَ کان معمولي شئي مان لطف اندوز ٿيڻ تي لڳس. منهنجي دل ۾ خيال آيو تہ ڪاش هن مهل مون کي ڪائڻ لاءِ ڪجهہ ملي وڃي تہ هن شاندار صبح جو مزو ٻيڻون ٿي وڃي. اهو سوچي منهنجو سڪون درهم برهم ٿي ويو ۽ بنا سوچڻ سمجهڻ جي گنگنائڻ لڳس.

هڪ ڪاسائيءَ جي دڪان تي هڪ پوڙهي مائي گوشت جي چانپن جي اڳهہ تي ريڙهہ پيڙهہ ڪري رهي هئي. آئون سندن ڀر مان لنگهيس تہ هن مون ڏانهن ڏٺو. هن جي وات ۾ فقط هڪ ڏند هو. ڪجهہ ڏينهن کان منهنجا اعصاب اهڙا تہ شل ٿي رهيا هئا، جو ان مائيءَ جي شڪل ڏسي منهنجو هينئون ڪچو ٿيڻ لڳو. پيلي رنگ جو هڪ ڊگهو ڏند، هن جي ڏندن جي مالهين مان نڪتل نظر آيو، ڄڻ ڪنهن ٻار جي آڱر هجي. جڏهن هن مون ڏانهن ڏٺو تہ ائين لڳم، ڄڻ هوءَ مون کي ڪوابن جو گوشت سمجهي رهي هئي. منهنجي بک هڪدم ختم ٿي ويئي ۽ مون کي اوڪارا اچڻ لڳا. اڳيان منڊيءَ ۾ پهچي، مون نلڪي مان پاڻي پيتو. ان کان پوءِ منهنجي نگاهہ مٿي گهنٽا گهر تي پيئي.

اتان هتي آئون بازار ۾ آيس ۽ هيڏانهن هوڏانهن گهمڻ گهتڻ لڳس. ان وقت منهنجو ذهن بلڪل خالي هو. آئون هلندي هلندي ڪڏهن ڪنهن موڙ وٽ بيهي ٿي رهيس يا ڪنهن گهٽي ۾ مُڙي ٿي ويس. مون پنهنجو پاڻ کي آزاد ڇڏي ڏنو. آخر آئون سير جو ڇڪريُ رهيو هئس ۽ ٻين خوشحال آزاد منش ماڻهن سان گڏ هلي ڦري رهيو هئس. اُس چمڪي رهي هئي، صاف هوا هلي رهي هئي ۽ منهنجو ذهن بہ صاف هلڪو ڦلڪو هو.

هلندي هلندي، رستي ۾ مون کي هڪ ماڻهون مليو. هو منهنجي اڳيان اڳيان ڏهن منٽن تائين منڊڪائيندو هلندو رهيو، هن جي هڪ هٿ ۾ بنڊل هو ۽ هو جڻ پنهنجو پاڻ کي زوري گهيلي رهيو هو ۽ پنهنجي سڄي سگهہ لڳائي، تيز هلڻ ٿي چاهيائين. ان ڪري ويچاري جو ساهہ ڏنوٽيءَ وانگر هلي رهيو هو. مون سوچيو، چو نہ ڪيس سندس بنڊل کڻڻ جي آڇ ڪيان. پر آئون اڳيان وڌي هن وٽ نہ ويس ۽ هن جي پويان هلندو رهيس. گرينڊسن اسٽريٽ ۾ مون کي، منهنجو دوست ”هنس پالي“ مليو. هو ڪنڌ ڌوڻي مون ڏانهن اشارو ڪندي هليو ويو. ڪمال آهي، هو ايترو تڪو تڪو ڇو لنگهي ويو. آئون ڪانئس هرگز هڪ شلنگ گهرڻ جو قصد نہ ڪريان ها. جيڪڏهن هو بيهي رهي ها تہ آئون کيس اهو ڪمبل موٽايان ها، جيڪو ڪجهہ ڏينهن اڳ مون ڪانئس ورتو هو.

مون سوچيو، ”ترس ابا! ڪٿي منهنجو ڪانچو ٿي وڃي ۽ ٿورا پير ڄمن، پوءِ اهڙو تہ مٿي ويندس، جو ڪنهن کي هڪ نظر بہ نظر نہ ايندس. تون مون کان پنهنجو ڪمبل بہ وٺي نہ سگهندين.... ممڪن آهي تہ آئون اڄ ئي ڪو شاندار مضمون لکڻ شروع ڪيان، جنهن جو عنوان آهي ”حيات بعدالممات جا ڏوهہ“ يا ”راءِ جي آزادي.“

بهرحال، ڪجهہ بہ هجي، اهو مضمون اهڙو ضرور هوندو، جيڪو ماڻهون شوق سان پڙهي سگهندا ۽ مون کي ان جو گهٽ ۾ گهٽ معاوضو ڏهہ شلنگ ضرور ملي ويندو.

ڏهن شلنگن جو خيال ايندي ئي، منهنجي طبيعت ۾ جولاني پيدا ٿيڻ لڳي تہ آئون هڪدم مضمون لکڻ ويهي رهان ۽ پنهنجي خشڪ ذهن کي جنجهوڙي آماده ڪريان تہ جيئن جلد کان جلد هڪ شاندار مضمون مڪمل ڪري وٺان مون سوچيو، پارڪ ۾ لکڻ جي لاءِ مناسب هنڌ ملي سگهي ٿو. مون کي اتي وڃي، لکڻ شروع ڪرڻ کپي ۽ ايستائين اتان چُران بہ نہ، جيستائين اهو لکي پورو نہ ڪري وٺان.

آئون هلندو بي هليس، ۽ اهو جڏو پوڙهو اڃان تائين منهنجي اڳيان اڳيان هلي رهيو هو. هن جون هڙئي حرڪتون اڳ جيان هيون. ان منڊي ماڻهونءَ

جي موجودگيءَ جي ڪري منهنجي من ۾ بيزاري ٿيڻ لڳي. ايئن بي لڳو ته هو پري تائين هلندو ٿي رهندو. شايد هن جو به اتي وڃڻ جو ارادو هو، جتي آئون ويندس ۽ اهڙي طرح اهو سڄو رستو مون سان گڏ هلندو ٿي رهندو. ان دوران مون ايئن محسوس ڪيو ته هن پنهنجي رفتار گهٽائي ڇڏي آهي. هو هر موڙ تي بيهي ٿي رهيو. ممڪن آهي ته اهو ڏسندو هجي ته آئون ڪيڏانهن ٿو وڃان ته جيئن هو بنڊل پنهنجي ڪڇ ۾ دٻائي منهنجي اڳيان هلندو رهي. مون وٽ ان کان سواءِ ٻيو ڪوبه چارو نه هو ته آئون لاچار هن جي پويان هلندو رهان ۽ کيس ڏسندو وڃان. آئون هن مان بيزار ٿي پيس. ڇو ته هن هروڀرو منهنجو موڊ خراب ڪري ڇڏيو ۽ هي فرحت وارو صبح، سندس شڪل جيان مڪروه ٿي ويو هو. ايئن ٿي لڳو ڄڻ نانگ گسڪي رهيو آهي. شايد هن پنهنجي سڄي طاقت لڳائي، دنيا ۾ پنهنجي لاءِ ڪو مقام حاصل ڪرڻ ٿي چاهيو ۽ ان لاءِ هن هيءُ پٽڙي پنهنجي لاءِ وقف ڪري رکي هئي. نيٺ هڪ ٽڪريءَ جي چوٽيءَ تي پهچي، مون هن جي پويان هلڻ جو ارادو لاهي ڇڏيو، ۽ هڪ دوڪان جي دريءَ ڏانهن مڙي ويس. مون چاهيو ٿي ته هو مون کان اڳيان نڪري وڃي. پر جڏهن ٿوري دير کان پوءِ مون هلڻ شروع ڪيو ته ڏٺم ته هو به منهنجي اڳيان هلي رهيو هو. دراصل آئون جيتري دير، دريءَ جي پاسي کان بيٺو رهيس، هو به بيٺو رهيو. مون بيزار ٿي ڊگهيون پرانگهون پري، اڳيان وڌي هن جي ڪلهي تي هٿ رکيو. هو گهبرائجي ويو ۽ يڪ ٽڪ بيهي مون ڏانهن گهورڻ لڳو. آئون به هن ۾ گهورڻ لڳس. پوءِ، هن ٿاڌي عاجزيءَ مان چيو، ”کير جي لاءِ هڪ پنس ڏيئي سگهندين؟“ ۽ پوءِ هو پنهنجو ڪنڌ لوڏڻ لڳو. مون دل ۾ سوچيو، ”هونهه! ته اهو مامرو هو، ڇٽبو ته بکيا هُليا سُڃن وٽ، ته هلو عيد ڪريون.“ پوءِ پنهنجا کيسا ڦلهوريندي چيم، ”کير جي لاءِ... پر اڄڪلهه پئسا ڪٿي ٿا ملن ۽ مون کي ته اها به خبر نه آهي ته توکي واقعي ڪيترن پئسن جي گهرج آهي.... منهنجو مطلب آهي ته سچ پچ ضرورت آهي به يا نه؟ ۽ جيڪڏهن آهي به ته تون ڪيترو مجبور آهين.“

هو ڄڻ ٻاڏائڻ لڳو، ”ڪلهه کان هڪ دائون به پيٽ ۾ نه وڌو اٿم. صفا ڪنگال ۽ بيڪار آهيان.“ مون پڇيو، ”هنرمند آهين ڇا؟“

چيائين، "ها-"

"ڪهڙو ڪم ڪندو آهين؟"

"موچي آهيان، جُتيون ڳنڍيندو آهيان... ٿاهي به ويندو آهيان."

مون چيو، "چڱو ترس! آئون وڃان ٿو ۽ تنهنجي لاءِ ڪو بندوبست ڪري جلد موٽي ٿو اچان. گهٽا نه ته به ٿورا پئسا توکي ضرور ڏيندس. ڇو ته تنهنجي ضرورت ٿي اهڙي آهي." ان کان پوءِ آئون جلدي "پاٽلي اسٽريٽ" ڏانهن ڊڪيس. اتي هڪ دُڪاندار سان منهنجي ڄاڻ سڃاڻ هئي، جيڪو مختلف شيون گروي رکندو هو، پر مون اڄا تائين وٽس ڪابه شئي گروي نه رکي هئي. مون دڪان جي وراندي ۾ پهچي، پنهنجي واسڪٽ لاٿي ۽ ان کي بغل ۾ دٻايم. پوءِ ڏاڪڻيون چڙهي. دروازو کڙڪايم، اندر وڃي عليڪ سليڪ ڪري، واسڪٽ ميز تي رکيم.

دڪاندار اُها ڏسندي چيو، "ڏيڍ شلنگ" مون وراڻيو، "مهرباني!... ڏيو... دراصل هيءَ واسڪٽ مون کي ٿوري سوڙهي ٿي پيئي آهي، نه ته پاڻ کان هرگز نه لهرايان ها."

ڏيڍ شلنگ ۽ گرويءَ جي رسيد وٺي، آئون واپس ان هنڌ پهتس. سڄي واٽ واسڪٽ گروي رکڻ جي ترڪيب تي غور ڪندو رهيس ۽ سوچڻ لڳس ته هاڻ ناشتو به پيٽ پري ڪبو. اهڙي طرح ناشتي کان پوءِ لکڻ شروع ڪندس ته شام تائين منهنجو مضمون به مڪمل ٿي ويندو. هاڻي منهنجي لاءِ زندگي ڏاڍي ڏکي هئي. مون ان منڊي شخص وٽ وڃي، بيهي چيو، "هي وٺ.... مون کي ان ڳالهه تي خوشي ٿي آهي ته تو سڀ کان پهرين منهنجي اڳيان هٿ ٽهلايو."

هن پئسا وٺي مون کي ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين گهوري ڏٺو. مون کي ائين لڳو، ڄڻ هو منهنجي پتلون جي گوڏن کي گهوري رهيو هجي. مون کي هن جي نرڄائيءَ تي بيحد ڪاوڙ لڳي. مون سوچيو، هي لوفر اهو پيو سوچي ته آئون ايترو مفلس آهيان، جيترو نظر پيو اچان. آئون اخبار جي لاءِ هڪ مضمون به لکي نه ٿو سگهان، جنهن جا مون کي پنج شلنگ ملي سگهن. تنهن کان سواءِ ڇا آئون پنهنجي آئيندي کان بي نياز آهيان؟ آئون بيا به هزارين ڪم ڪري

سگهان ٿو. منهنجي لاءِ سڀ دروازا ته بند ٿي نه ٿا سگهن. پلا هڪ ڌاريو مون کي اهڙي طرح ڇو گهوري. حالانڪه ان خوشگوار صبح جي وقت ۾ آئون شراب ناٿيهِ پياري سگهيس ٿي. هن جي آڏي ابتي نگاهن مون کي ڪاوڙائي وڌو. مون ارادو ڪيو ته ويندي ويندي هن جي طبيعت درست ڪندس. مون پنهنجا ڪلها لوڏي چيو، "يار تو ۾ اها ڏاڍي خراب عادت آهي ته تون ان شخص جا گوڏا تڪڻ لڳندو آهين، جيڪو توکي هڪ شلنگ ڏي."

هن پنهنجو ڪنڌ پويان ڪيو ۽ پٽ جي سهاري ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيو. هو وات پٽي حيرانيءَ مان مون کي تڪڻ لڳو. هن جي ذهن ۾ ڪو مونجهارو هو. نيٺ هو سمجهي ويو ته آئون مٿس پنهنجي برتري ثابت ڪرڻ ٿو چاهيان ۽ هن جلدي منهنجا ڏنل پئسا مون کي واپس ڪري ڇڏيا. مون پنهنجي پير سان زور سان پٽڙي تي دڙهو هنيو ۽ گار ڏيئي ڪيس پئسا رکڻ لاءِ چيم. هن چا ٿي سمجهيو، مون هرويرو ايتري تڪليف برداشت ڪئي. هن جي رويي مان ته ائين پي لڳو، جڻ مون کي هن جو ڏنل هڪ اڌارو شلنگ واپس ڪرڻون هو. هو هڪ ايماندار شخص جي سامهون بيٺو هو. جيڪو هر لحاظ کان شريف هو ۽ اهي پئسا هن جا پنهنجا پئسا هئا. هن ڪٿان به چوري نه ڪيا هئا. ڪيس مهرباني مڃڻ جي به ضرورت ڪانه هئي. بلڪه آئون ته ڪيس هڪ شلنگ ڏيئي، بي حد سرهو ٿيو هئس. پڇاڙيءَ ۾ ڪيس خدا حافظ چئي موڪلايم ۽ ان ءِ ڌاب کان ڇوٽڪارو حاصل ڪيم. تنهن کان پوءِ آئون اطميتان سان هلندو، "پاٿلي اسٽريٽ" پهتس ۽ هڪ اسٽور جي سامهون بيهي رهيس. اتي المارين ۾ کائڻ پيئڻ جون ڪيترئون ئي شيون پريل نظر اچي رهيون هيون. آئون اسٽور جي اندر گهڙي ويس ته جيئن کائڻ لاءِ ڪجهه وٺندو هلان. مون ڇهه پنس ميز تي وجهندي چيو، "پنير جو هڪ ٽڪر ۽ ڊبل روٽي."

اسٽور جي پيڙي مون ڏانهن بنا ڏسڻ جي ٽوڪ واري لهجي ۾ چيو، "هتي سيني پئسن جا پنير ۽ بن!" مون ڪڙڪو ڪندي ورائيو، "ها ها! هتي سيني پئسن جا." تنهن کان پوءِ ڊبل روٽي ۽ پنير ڪٺي، خوشدليءَ سان ٿلهي پوڙهيءَ کي صبح جو سلام ڪندي پارڪ ڏانهن روانو ٿي ويس. اتي پهچي، هڪ خالي بئنچ تي ويٺس ۽ تيزيءَ سان پنير سان گڏ روٽي جا ٽڪر ڳڙڪائڻ لڳس.

هاڻي طبيعت ۾ ڪجهه بحالي محسوس ڪيم، ڇو ته ان وقت ڪيترن ئي ڏينهن کان پوءِ پيٽ ڀري کائڻ لاءِ ڪجهه مليو هئم. هوريان هوريان مون ۾ تازگي ۽ آسودگي اچي ويئي. ائين محسوس ٿي رهيو هئم، جيئن دير تائين روئڻ کان پوءِ دل هلڪي ٿيندي آهي. منهنجو حوصلو بلند ٿي ويو. هاڻي مون ايترو ڇسو ۽ مٺاچرو مضمون لکڻ نه ٿي چاهيو. يلا "حيات بعدالممات" به ڪو موضوع هو. ان موضوع تي ته تاريخ عالم مان اخذ ڪري بنهه سولائيءَ سان مضمون تيار ٿي سگهيو ٿي. اهو ڪو تخليقي ڪارنامون ته نه ٿيندو. مون ۾ ان کان وڌيڪ بهتر موضوع تي مضمون لکڻ جي همت پيدا ٿي ويئي هئي. ان وقت آئون ڏکئي کان ڏکئي ڪم ڪرڻ جي موڊ ۾ هئس. تنهن ڪري مون هڪ بهترين موضوع سوچي ورتو. ان جو عنوان مون "فلسفياڻي ڇاڻ" تجويز ڪيو. پوءِ آئون سوچڻ لڳس ته ان مضمون ۾ ڪانٽ جي سوفسطائيت جون ڌڄيون اڏائي ڇڏيندس. پر جڏهن مون ڪاغذ سامهون رکي لکڻ جو ارادو ڪيو ته معلوم ٿيم ته مون وٽ پينسل ڪونهي. مون کي ياد آيو ته پينسل ته منهنجي واسڪٽ جي کيسي ۾ هئي ۽ اها واسڪوٽي، گروي رکي چڪو آهيان. منهنجا خدا! اڄ هر شئي منهنجي پويان ڇو پيل آهي. آئون اٿي هلڻ لڳس ۽ پاڻمرادو گاريون بڪڻ لڳس. ڇٽني پاسن سانت هئي. تورو پرپرو ٻه مايون ٻارن جون گاڏيون ڌڪيندي ٻي ويون. انهن کانسواءِ، باقي پري پري تائين ڪوبه نظر نه ٿي آيو. منهنجو مزاج چڙچڙو ٿي پيو. بئنچ جي چوڌاري چرين جيان چڪر ڪاٽڻ لڳس. صورتحال عجيب ٿي ويئي هئي. منهنجو ٽن حصن تي مشتمل مضمون رڳو ان ڪري لکجي نه ٿي سگهجيو، جو مون وٽ پينسل نه هئي. مون سوچيو، جيڪڏهن آئون پائلي اسٽريٽ وڃان ۽ اتان پينسل گهري اچان ته پوءِ به مون وٽ ايترو وقت هوندو، جو منهنجي مضمون جو چڱو خاصو حصو، پارڪ ۾ ماڻهن جي اچ وڃ کان اڳ مڪمل ٿي سگهندو. "فلسفياڻي ڇاڻ"، مضمون انساني بهبود جو سبب ٿي سگهي ٿو؟ مون سوچيو، شايد ان سان نوجوانن کي ڪجهه نه ڪجهه فائدو ٿئي. پوءِ اوچتو منهنجي ذهن ۾ هڪ ٻيو خيال آيو. نه، مون کي ڪانٽ تي ايترو شديد حملو ڪرڻ نه کپي. آئون ان جي نظريي تي بحث ئي ڇو ڪريان. ان کي سولائيءَ

سان نظر انداز ڪري سگهان ٿو. اهڙي طرح، جڏهن آئون وقت ۽ خلا جي مسئلن تي پهچندس تہ ڪيس اورانگهي ويندس. پر آئون پيڙي رينان جي تصورن جي نسبت ڪهڙي راءِ پيش ڪندس؟ مون دل ۾ چيو. مون کي هر صورت ۾، جلد کان جلد ڪجهہ صفحن جو هڪ مضمون لکڻ کپي. ڇو تہ مون کي مسواڙ ڏيڻي آهي. گهر ڏياڻيءَ جون تجسس ڀريون نگاهون، منهنجي دل ۾ لڳاتار ٽنبجي رهيون آهن. ان جو خيال ايندي ئي منهنجي خلش اڃان بہ وڌي ويئي. آئون پريشان ٿي ويس. اها ڪيفيت ختم ٿيڻ کپي، جيئن جلد دل جو سڪون ميسر ٿي سگهي. تنهن ڪري آئون هڪدم پارڪ مان روانو ٿي ويس ۽ گرويءَ جي دڪان ڏانهن هلڻ لڳس. ٽڪريءَ وٽ مون کي بہ عورتون مليون، آئون انهن جي پرسان لنگهي ويس پر منهنجي ٻانهن، هُن جي ٻانهن کي ڇهي ويئي. مون ڏٺو، هن جو چهرو پريل هو. پر ان تي هئڊاڻ ڇانيل هئي. هوءَ مون ڏانهن ڏسي شرمائجي ويئي ۽ بيحد حسين نظر اچڻ لڳي. شايد سندس شرم هڪ واٽهڙوءَ جي شرارت جي ڪري هو يا ڪنهن ٻي خيال کان. ممڪن آهي تہ هن جي منهن جو رنگ ان ڪري نڪري ويو هجي تہ مون هن جي ٻانهن ڇهي ورتي هئي. هُن جي پريل سيني ۾ عجيب زيرو بم پيدا ٿيو ۽ هن پنهنجي هٿ جي ڇٽي وڏيڪ مضبوطيءَ سان جهلي ورتي. مون ايئن ڀ،، ڪير. مون هڪ پاسي هٽي کين اڳيان نڪري وڃڻ جو رستو ڏنو. منهنجي قدمن ۾ ڏڪڻي ٿيڻ لڳي ۽ چڻ طاقت ئي ختم ٿي ويئي. اهو واقعو مون کي زندگيءَ ۾ پهريون ڀيرو پيش آيو هو. منهنجي من ۾ لالچ اڃي ويئي. پينسل نہ ملڻ سبب آئون چڙ چڙو ٿي پيو هئس. ٻيو تہ ڪافي ڏينهن جي بکئي پيٽ کان پوءِ، ناشتو ڪيو هئم، سو بہ طبيعت ۾ گراني پيدا ڪري رهيو هو. اوچتو منهنجي خيالن ۾ چڪتاڻ پيدا ٿيڻ لڳي. مون سوچيو، هن مائيءَ کي ڏيڄارڻ کپي، ڇو نہ ٿوري دير هن جي پويان لڳان ۽ کيس ڇيڙي بيزار ڪيان. آئون اڳيان وڌيس ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر سندس پرسان لنگهيس. ٿورو اڳيان وڃي مُڙيس تہ جيئن هن سان منهان منهن ٿي سگهان ۽ کيس چڱي طرح ڏسي سگهان. مون هن جي روبرو ٿي، هن جي اکين ۾ اکيون وڌيون ۽ ان تاڙ ۾ رهيس تہ موقعو ملي تہ ساڻس ٻکجي پوان. اوچتو مون کو اهڙو نالو سوچڻ

جي ڪوشش ڪئي. جيڪو مون اڳ ۾ ڪڏهن بہ نہ ٻڌو هجي. نئون ۽ دلڪش ڏانءُ "يلا جلي" پر مون کيس ان ناليءَ سان نہ سڏيو، پر هوءَ جيئن ئي منهنجي ويجهو آئي تہ مون هڪدم چيو، "مئڊم! اوهان پنهنجو ڪتاب تہ وساري ڇڏيو." ان وقت منهنجي دل زور سان ڌڙڪي رهي هئي. هن پنهنجي ساٿي عورت ڏانهن ڏسندي ۽ کيس مخاطب ٿيندي چيو، "منهنجو ڪتاب!" ۽ هلندي ٿي رهي. ان وقت منهنجي شرارت کي ڏک لڳو. پر پوءِ بہ آئون پيڇو ڪرڻ کان باز ڪين آيس. مون کي هڪدم خيال آيو تہ منهنجي اها شوخي ديوانگيءَ کان گهٽ ڪونهي. پر آئون ان کان باز بہ اچي نہ ٿي سگهيس. مون تي هڪ عجيب اضطرابي ڪيفيت طاري هئي. ڄڻ منهنجي اندر ۾ ڪيترين ئي ڌوهاري رڳون ڦڙڪي اٿيون هيون ۽ آئون ان جي اشاري تي نچڻ جي لاءِ مجبور هئس. منهنجي من ۾ آئي، "مون کي ان قسم جون ڇڙواڳ حرڪتون نہ ڪرڻ کپن." پر جذبات جي وهڪري ۾ وهندو ويس ويس. مون ان عورت جي سامهون اشارا ڪرڻ شروع ڪيا ۽ زور زور سان کنگهڻ لڳس. آئون آهستي آهستي هن جي اڳيان هلي رهيو هئس تہ جيئن هوءَ سمجهي سگهي تہ آئون هن جو رستو روڪڻ جي ڪوشش ڪري رهيو آهيان. مون کي پنهنجي پٺيءَ تي هن جي نگاهن جا تير محسوس ٿيڻ لڳا. اوچتو مون کي ڦڪائي ٿيڻ لڳي ۽ مون غير ارادي طور تي شرم کان پنهنجو ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو تہ مون هرويرو هڪ شريف عورت کي تنگ ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي. ان حالت ۾ مون تي عجيب ڪيفيت طاري ٿي ويئي. غير شعوري طور تي مون کي محسوس ٿيو تہ ڄڻ آئون ڪٿي دور فضا ۾ اڏرندو ويو وڃان ۽ هي جيڪو ڪنڌ جهڪائي پيو هلان، اهو آئون نہ پر ڪو ٻيو شخص آهي.

اهڙي طرح هلندي هلندي هوءَ پنهنجي ساٿي عورت سان گڏ هڪ ڪتب فروش جي دڪان وٽ وڃي بيهي رهي. آئون ڪانئس اڳيان وڃي دڪان جي دريءَ جي ويجهو بيهي رهيس ۽ جڏهن هو ٻئي اندر داخل ٿيڻ لڳيون، تہ مون وري چيو، "مئڊم! اوهان پنهنجو ڪتاب وڃائي آيون آهيو."

هن ڇرڪ انداز ۾ چيو، "نہ تہ... ڪهڙو ڪتاب، ڪنهن جو ڪتاب؟"

۽ پوءِ هوءَ پنهنجي ساٿي عورت کان پڇڻ لڳي، "توکي خبر آهي تہ هي ڪهڙي

ڪتاب جي باري ۾ پيو پڇوي؟" ساڻي عورت ڪاٻ ورندي ته ڏنيس. آئون سندن پريشانيءَ تي دل ئي دل ۾ بيحد خوش ٿي رهيو هئس. سندن طرف ۾ جيڪا حيراني هئي، ان مون کي اڃا به وڌيڪ متاثر ڪيو. هوءَ اهو بلڪل سمجهي نه سگهي ته آئون ڇا پيو چوان. وٽس ڪتاب تالي، ڪنهن شئي جو هڪ پنو به نه هو. تنهن جي باوجود به هن پنهنجا ڪيسا ٽٽولڻ شروع ڪيا ۽ پنهنجي خالي هٿن ڏانهن بار بار ڏسڻ لڳي. هو ٻئي وري به اڳيان اڳيان هلڻ لڳيون ۽ منهنجي منظور نظر ڪنڌ ورائي هَر هَر پويان ڏسندي پي ويئي. هن جي ذهن ۾ حيراني هوندي ته آئون ڪهڙي ڪتاب جو ذڪر پيو ڪريان. هن جو سهڪو به وڌيو، جو هن جي ساهه کڻڻ جو آواز صاف ٻڌڻ ۾ پي آيو. هن جي جسم جا ٻئي به مون کي مسلسل گهوريندي نظر آيا. جن اکين جي ڏگهي قطار گهوريندي پي ويئي. هن جي ساڻي عورت سندس ٻانهن جهليندي هلندي هلندي چيو، "هن ڏانهن ڌيان نه ڏي. لڳي ٿو ڪو ڦٽيل آهي. ڏسين ڪونه پيئي، شرابي آهي." ان وقت مون کي پنهنجو پاڻ ڪجهه عجيب پي لڳو، ۽ جيڪو نرالي قسمن جي تاثراتن جو شڪار هو. پر هر گهڙيءَ ۽ هر ڪيفيت کي چڱي طرح محسوس ڪري رهيو هو. ايتري ۾ هڪ پوري رنگ جو ڪُتو ڪتان اچي نڪتو ۽ توالي اسٽريٽ ڏانهن هليو ويو. هن جي ڳلي ۾ جرمن سلور جو هڪ تنگ پٽو پيو هو. ڪجهه پرپرو، ڪنهن ۾ دڪان جي دري کلي، جيڪا ٻي ماڙ تي هئي ۽ هڪ نوڪرياڻيءَ دريءَ مان ٻاهر ڏٺو. هن جون ٻانهون مٽي ڪنيل هيون ۽ هٿ ۾ هڪ ٽانءُ هئس، جنهن کي صاف ڪري، ان مان نڪتل گند هيٺ اڇلائي ڇڏيائين. هر شئي منهنجي نظر جي سامهون هئي ۽ منهنجون سڀئي حسون سجاڳ هيون. جيڪي به عورتون منهنجي اڳيان هلي رهيون هيون، انهن جي ٽوپين ۾ ٽوٽر لڳل هئا ۽ انهن جي ڳچين ۾ ريشمي ربن ٻڌل هئي. شايد هو ٻئي پيٽون هيون.

هو "سسلر ميوزڪ اڪيڊمي" جي سامهون وڃي بيٺيون ۽ ٻئي هڪٻئي کي ڪجهه چوڻ لڳيون. آئون به اُتي ئي بيهي رهيس. هو وري ٿتان مڙيون ۽ ساڳئي رستي تي هلڻ لڳيون، جتان آيون هيون. هو مون وٽان لنگهي، يونيورسٽي روڊ تي هلڻ لڳيون ۽ اتان ڪان آلوف اسٽريٽ ڏانهن مڙي ويون.

آئون بہ دہيل قدمن سان انهن جي پويان هلندو رهيس. هن هڪ پيرو وري ڪنڌ ورائي مون ڏانهن ڏٺو ۽ مون کي ساڳئي نموني پنهنجي پويان ايندو ڏسي ڏِجي ويون. هن جون نگاهون مون تي فڪر واري انداز ۾ پوڻ لڳيون. پر هن جي نظرن ۾ منهنجي لاءِ نفرت نہ هئي، نہ ئي وري اُن قسم جا ڪي آثار هئا، جن مان ثابت ٿئي تہ هو مون مان بيزار هجن. مون هن کي چيڙائڻ جي لاءِ، جيڪي حرڪتون ڪيون هيون، تنهن جي باوجود بہ، هن طرفان خاموشي ڏسي، آئون پنهنجي دل ۾ ندامت محسوس ڪرڻ لڳس ۽ منهنجون نگاهون پاڻمرادو جهڪي ويون. هاڻي آئون انهن جي لاءِ وڌيڪ تڪليف جو سبب بڻجڻ نہ ٿي چاهيو. آئون انهن جو ٿوراڻتو هئس ۽ انهيءَ ٿورن جي جذبي تحت هن جي پويان هلندو بہ ويس. منهنجي خواهش هئي تہ هو ڪنهن محفوظ هنڌ تي پهچي وڃن. جيستائين هو منهنجي نظرن کان اوجهل نہ ٿين، مون هن کي ڏسندو رهڻ ٿي چاهيو.

نيٺ اسٽريٽ نمبر 2 ۾، هڪ عاليشان گهر جي اندر گهڙندي، هن مڙي مون کي ڏٺو. آئون بجليءَ جي ٿنڀي کي ٽيڪ ڏيو بيٺو هئس. پوءِ هو هليون ويو. آئون سندن ڏاڪڻيون چڙهڻ جا آواز برابر ٻڌندو رهيس. جيڪي ٻي ماڙ تي وڃي ختم ٿيا. مون بجليءَ جي ٿنڀي کان اڳيان وڌي مٿي ڏسڻ شروع ڪيو. اوچتو هڪ دريءَ جا پردا لُڏڻ لڳا ۽ انهن مان هڪ ڪنڌ ٻاهر نڪتو. ان سان گڏ بہ اکيون چمڪنديون نظر آيون. مون هوريان هوريان چيو، ”يلاجلي“ ۽ منهنجو منهن جذبات سبب ڳاڙهو ٿي ويو.

مون سوچيو، هو ڪنهن کي مدد جي لاءِ چو نہ ٿيون سڏين. پنهنجو ڪو گلدان وغيره ڪٽي اڇلائي مون کي چو نہ ٿيون هڻن يا پنهنجي گهر جي ڪنهن مرد ماڻهوءَ کي مون سان وڙهڻ لاءِ چو نہ ٿيون موڪلين. اسان ٻنهي جون نظرون چپ چاپ هڪبئي تي جميل رهيون. پوءِ هن پنهنجو ڪنڌ دريءَ جي اندر ڪري ورتو ۽ مون کي ائين محسوس ٿيو چڻ هڪ خنجر منهنجي سيني ۾ ٿُنبجي ويو. منهنجن هوش ۽ حواسن کي هڪ ڌڪ لڳو، مون اندر مڙندي هن جي مٿي ۽ ڪلهن کي ڏٺو، جيڪي ٻي گهڙيءَ منهنجي نظرن کان غائب ٿي ويا. هن جي ڪنڌ جو اشارو، اندر مڙندي منهنجي رڳن جي رت کي

متحرڪ ڪري ويو. چڻ هن مون کي موڪلائڻ جو سلام ڪيو هجي. آئون خوشيءَ مان تڙي پيس، تنهن ڪان پوءِ هڪدم مڙي تيزيءَ سان بازار ڏانهن روانو ٿي ويس.

هاڻي مون ۾ پيهر مڙي، ڪيس ڏسڻ جي همت نہ ٿي. جيتوڻيڪ مون کي اهو خيال ٿيو شايد هوءَ پيهر دريءَ وٽ اچي بيٺي هجي. اهو سوچي منهنجي ذهن ۾ بي چيني واري ڪيفيت پيدا ٿي تہ شايد هوءَ دريءَ مان جانچي منهنجي چرپر ڏسي رهي آهي. نيٺ مون پنهنجو پاڻ کي سنڀاليو ۽ اڳيان وڌندو ويس. منهنجا پير لڙڪڙائي رهيا هئا ۽ منهنجو جسم غير متوازن هو، ان جو سبب هي هو تہ آئون پنهنجو پاڻ کي ان ڪان بي نياز ظاهر ڪرڻ جي لاءِ، زبردستي پنهنجو پاڻ تي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس. مون پنهنجي ٻانهن کي ڍرو ڇڏي ڏنو ۽ رستي تي ڪنڌ ڌوڻي هلڻ لڳس. پر ان سڄي ڪوشش جي باوجود بہ ہہ اڪيون لڳاتار منهنجو پيڇو ڪنديون محسوس ٿيون. ۽ منهنجي پٺيءَ تي هلڪي ڏڪڻي محسوس ٿيڻ لڳي. نيٺ آئون پاسي واري گهٽيءَ ۾ گهڙي ويس تہ جيئن ان احساس کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهان. اتان آئون سڌو "پائلي اسٽريٽ" وڃي نڪتس، تہ جيئن پنهنجي پينسل حاصل ڪري سگهان.

دڪان تي پهچڻ شرط مون کي پنهنجي پينسل ملي ويئي. دڪاندار خود منهنجي واسڪوٽي کڻي آيو ۽ مون کي ان جي کيسن مان پاڻ ئي پينسل ڳولهي ڪڍڻ لاءِ چيو. مون کي کيسن مان پينسل سان گڏ، گرويءَ جون بہ پرائيون پرچيون بہ مليون. مون اهي بہ پاڻ وٽ رکيون ۽ دڪاندار کي متاثر ۽ مرعوب ڪرڻ جي لاءِ عجيب عجيب حرڪتون ڪيم. دروازي ڏانهن گهميس، ۽ پوءِ ميز ڏانهن وڌيس ۽ سندس ڏيان ڇڪرائڻ لاءِ گنگنائڻ لڳس. تنهن کان پوءِ، مون پينسل کي جلهي چيو، "مون کي ايترو پري کان پينسل جي هڪ ٽڪري جي لاءِ اچڻ جي ضرورت نہ هئي، پر هيءَ هڪ عام پينسل ڪانهي ان جي خصوصيت منهنجي لاءِ وڏي اهميت ٿي رکي. هن وقت بظاهر آئون هڪ معمولي شخص نظر پيو اچان، پر ان پينسل جي ڪري، مون دنيا ۾ شايان شان مقام حاصل ڪيو آهي. هن منهنجي زندگي ٺاهي آهي." پوءِ مان خاموش

تي ويس، دڪاندار ميز وٽ آيو. هن حيرت مان مون ڏانهن ڏسندي سوال ڪيو، ”واقعي؟“ ”ها، هن پينسل سان تہ مون پنهنجو ڪتاب ”فلسفيائي چاڻ“ تن حصن ۾ لکيو آهي. حا تو ان ڪتاب جو نالو نہ ٻڌو آهي؟“

هو خاموش رهيو، ۽ ظاهر ڪري رهيو هجي تہ هن ان ڪتاب جو نالو ٻڌو آهي. مون چيو، ”ها بلڪل! اهو ڪتاب منهنجو ئي لکيل آهي.“

مون کيس باور ڪرائڻ ٿي چاهيو تہ کيس ان ڳالهہ تي حيران ٿيڻ نہ کپي تہ مان هڪ پينسل جو ٽڪرو ڪٽڻ لاءِ آيو آهيان. اها پينسل منهنجي لاءِ هڪ نادر يادگار هئي. منهنجي لاءِ ان جي قدر ۽ قيمت غير معمولي هئي. البت آئون سندس سُٺي رويي جي لاءِ ٿورائتو هئس. جنهن جي لاءِ آئون کيس سدائين ياد رکندس. اهو منهنجو قول هو ۽ آئون پنهنجو قول سدائين نباهيندو آهيان. آئون ڪجهہ ان قسم جو انسان آهيان ۽ آئون ان شخص کي ٿورن جو حقدار سمجهان ٿو.

مون کيس ”خدا حافظ“ چيو ۽ دروازي ڏانهن وڌيس. مون هن جي لاءِ اهڙو رويو اختيار ڪيو، جيڪو کيس عزت بخشي. دڪاندار ڪيترا ڀيرا احترام طور پنهنجو ڪنڌ جهڪايو. مون هلندي هلندي دروازي وٽ بيهي، هڪ ڀيرو ٻيهر مڙي کيس خدا حافظ چئي موڪلايم. رستي ۾ مون کي هڪ عورت ملي. جنهن جي هٿ ۾ سفري ٿيلهو هو. هوءَ هتي پٽ سان لڳي بيهي رهي ۽ مون کي رستو ڏنائين. مون غير ارادي طور تي پنهنجو هٿ کيسي ۾ وڌو، جيئن ان عورت کي ڪجهہ ڏيئي سگهان. اها منهنجي بيوقوفي هئي. ڀلا مون وٽ هو بہ ڇا، جو کيس ڏيان ها. تنهن ڪري ڪنڌ جهڪائي اڳيان وڌي ويس.

آئون ٻاهر نڪتس. سچ، ڏکڻ طرف ڪافي چڙهي چڪو هو. ڏينهن جا ٻارنهن ٿيا هئا. رستن تي چڱي موچاري اچ وڃ هئي. واتهڙو ڪلندا مرڪندا، هڪٻئي کي ڪنڌ ڌوڻي سلام ڪندا لنگهي رهيا هئا. آئون ڪارل بازار مان لنگهي رهيو هئس ۽ آئون پنهنجون ٺونٺيون، پنهنجي پويان ڪري هٿ پاڻ ۾ ييڪوڙي هلڻ لڳس، جيئن ٿورو نِنڊو نظر اچان ۽ اهڙي طرح هجوم ۾ پنهنجي واقفن جي نظرن کان پاڻ بچائيندو، غائب ٿي ويس. يونيورسٽي روڊ جي موڙ تي منهنجا ڪجهہ واقفڪار مليا، جيڪي ميڙ کي ڏسي رهيا هئا ۽ آئون انهن کان لنوائيندو اڳتي وڌي ويس. اهڙي طرح ٽڪريءَ تائين وڃي

پهتس ۽ اتي وڃي سوچڻ لڳس تہ ھي ماڻهون ڪيتري نہ اطمينان، سڪون ۽ خوشدليءَ سان ڪنڌ ڪٽيو پيا هلن ۽ زندگيءَ جي هڻ وٺ ۾ اهڙي طرح مشغول آهن، ڄڻ سندن زندگي هڪ ناچ گهر هجي. جن ماڻهن تي منهنجي نگاهہ پيئي، تن مان ڪنهن جي بہ منهن تي رنج ۽ فڪر جو ڪو شبهو بہ نہ هو. سڀ جا سڀ واندا ۽ مطمئن ڏسڻ ۾ آيا. انهن جا روح خوش هئا. آئون ان خوش باش ۽ آسودي هجوم ۾ پنهنجي مصنوعي خوشي فراموش ڪري ويٺو هئس. مون انهن خيالن سان پنهنجي دل وندرائي ۽ سوچڻ لڳس تہ مون سان ڪيتري نہ ناانصافي ٿي آهي. گذريل چار مهينا منهنجي لاءِ وبال جان هئا. چئني طرفن جو ماحول منهنجي برهميءَ ۾ واڌارو ڪري رهيو هو. آئون ڪنهن بئنچ تي بہ سڪون سان ويهي نہ ٿي سگهيس. ان وقت ننڍي کان ننڍي شئي بہ منهنجي لاءِ پريشان ڪندڙ هئي. هڪ ڪتو مون وٽان لنگهي ويو، ان جي پويان هڪ شخص ڪالر ۾ گل لڳائي لنگهيو. انهن سيني ڳالهين منهنجي خيالن کي وچڙائي ڇڏيو. ۽ مون کي ڪجھ دير تائين منجهائي رکيو. نيٺ منهنجي تڪليف جو ڪهڙو سبب هو؟ ڇا خدائي طاقت منهنجي خلاف هئي. پر هوءَ منهنجي خلاف ڇو آهي؟ اها ڏکڻ آمريڪا ۾ رهندڙ ڪنهن ٻي شخص جي خلاف ڇو ڪونهي. مون ان مامري تي جيترو ٿي ويچاريو، اوترو منهنجو مونجهارو وڌي ٿي ويو. آخر آئون ئي پنهنجي خالق جي تجربن جي آماجگاهہ ڇو بنيو آهيان. هن جي تجربن جي لهر دنيا جي مختلف انسانن کان لنگهندي مون تي ڇو اچي مرڪوز ٿي آهي؟ هن ان مقصد جي لاءِ ڪتابن جي واپاري ’پاسڪا‘ يا جهازن جي ايجنٽ ’هني چن‘ کي ڇو نہ چونڊيو. آئون لڳاتار اهو سوچيندو پي ويس. مون انهن خيالن مان ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جي لاءِ ڪافي ڪوشش ڪئي، پر ڪوبہ فائدو نہ ٿيو. هاڻي منهنجي دماغ ۾ ڪائنات جي خالق جي ان رويي جي خلاف مختلف دليل اچڻ لڳا تہ ٻين جي گناهن جي سزا مون کي ڇو پئي ملي. آئون هڪ بئنچ تي ويهي رهيس، پر انهن خيالن منهنجي پُٺ نہ ڇڏي. آئون لڳاتار انهن ۾ منجهيل رهيس. منهنجي اها بدنصيبي گذريل مئي مهيني کان شروع ٿي هئي. ان وقت کان وٺي هيستائين جي بدحاليءَ جو نقشو منهنجي سامهون هو. هاڻي آئون ايترو تہ بي حال ٿي چڪو

هئس، جو پنهنجو پاڻ تي بلڪل قابو نه رهيو هئم ۽ منهنجي سمجهه ۾ ڪجهه به نه ايندو هو ته ڇا ڪريان؟ ڪيڏانهن وڃان؟ ڇڻ ننڍين ننڍين ڪيڙن ڪوٺي ڪوٺي منهنجي انسانيت جي اندر سوراخ ڪري ڇڏيا هئا. آئون ڪوڪلو ٿي ويو هئس. ممڪن آهي ته خداوند قدوس منهنجي هستي مٽائڻ تي آماده هجي. اهو خيال ايندي ئي مون بئنچ جي اڳيان هلڻ شروع ڪيو. منهنجو سڄو وجود عذاب ۾ مبتلا هو. منهنجي ٻانهن ۾ سور پئي ٿيو ۽ ڏاڍي ڏکيائيءَ سان اها ڪٽي ٿي سگهيس. مون صبح جو جيڪو ڪجهه کاڌو هو، انهيءَ جي ڪري طبيعت ۾ بوجهه محسوس ٿي رهيو هو. آئون آسپاس ڏسڻ کان سواءِ اتي وڙڪندو رهيس. جيڪي ماڻهون منهنجي پرسان پئي لنگهيا، اهي مون کي پاڳا پئي محسوس ٿيا. ايتري ۾ ٻه ماڻهون، ان بئنچ تي اچي ويٺا، جنهن تي آئون ويٺو هئس. هنن سگار دکايا ۽ زور زور سان ڳالهيون ڪرڻ لڳا. مون کي ڏاڍي ڪاوڙ لڳي. مون ڪين ڪجهه چوڻ جو ارادو ڪيو، پر پوءِ مڙي ٻي ڪنڌ ڏانهن وڃڻ لڳس. اتي هڪ بئنچ ملي ويئي، ۽ آئون ويهي رهيس. هڪ ڀيرو ٻيهر منهنجي ذهن ۾ خدا جو خيال آيو. مون سوچيو، اها انتهائي زبردستي آهي ته مون کي جڏهن به ڪو سهارو ملڻ لڳي ٿو، خدائي طاقت ان کي ميٽ مٽي ڪريو ڇڏي. حالانڪ، منهنجي ڪانئس فقط اها التجا هئي ته مون کي فقط ٻن وقتن جي ماني ملي وڃي.

آئون ڪيترا ڀيرا ڪيس ڇئي ڇڪو آهيان ته آئون ڪافي وقت کان بکايل آهيان، ان حالت ۾ مون کي اڪثر ايئن محسوس ٿيندو آهي، ڇڻ آئون پنهنجو هوش ۽ حواس وڃائي ويٺو آهيان. ڇڻ منهنجي مٿي ۾ مغز ئي نه هجي. ڪيترا ڀيرا مون کي پنهنجي ڪلهن تي مٿي جو بار به محسوس نه ٿيو. ان حالت ۾ جڏهن، مون ڪنهن طرف ٿي ڏٺو ته منهنجون اکيون ڦاٽل ڦاٽل محسوس ٿيون.آئون پنهنجي جاءِ تي ويٺو، اهو سڀ ڪجهه سوچي رهيو هئس ۽ هر گهڙيءَ خدا جي خلاف منهنجي بغاوت وڌندي پئي ويئي. ان جي نازل ڪيل عذاب تي منهنجي چڙ اڃان به وڌندي پئي ويئي. جيڪڏهن خدا جي مرضي هئي ته هو مون کي ايترو ستائي، مون کان پنهنجو وجود ميڃرائي ۽ آئون تڪليفن کان تنگ ٿي هن جي ويجهو اچان ته اها هن جي غلطي هئي. آئون

ڪاوڙ مان ڳاڙهو ٿي، آسمان ڏانهن ڏسندي، رڙيون ڪندي ڪيس ان ڳالهہ جي پڪ ڏيارڻ لڳس.

مون کي ننڍپڻ ۾ جيڪا مذهبي تعليم ڏني ويئي هئي، ڪٿي ڪٿي مون کي ان جو ڪجهہ حصو ياد پي آيو. مقدس انجيل جي مترنم عبارت منهنجي ڪنن ۾ ٻُرڻ لڳي ۽ آئون انتهائي پاٻوهہ مان پنهنجو پاڻ سان ڳالهيون ڪرڻ لڳس ۽ ڪند ڌوڻي پنهنجو پاڻ سان سوال جواب ڪرڻ لڳس- مون چيو، "آئون ماني ٽڪيءَ جي لاءِ ڇو پريشان ٿيان. آئون پنهنجو بت ڇو صاف ڪيان، جنهن کي نيٺ بہ تہ جيت جڻين جي خوراڪ بڻجڻون آهي، منهنجي آسماني خدا طرفان منهنجي پرورش جو بندوبست ڇو ڪونهي؟ حالانڪہ هو ٻرن ۾ ماڪوڙين ۽ پٿرن ۾ ڪيڙن کي بہ خوراڪ پهچائي ٿو. ڇا هن پنهنجي عظمت ۽ شان جي باري ۾ اهو نہ چيو آهي تہ هو هر هنڌ موجود آهي؟"

گويا، خدا جون آڱريون منهنجي روح جي تارن ۾ الجهيل هيون ۽ انهن هڪ انتشار برپا ڪري رکيو هو، پوءِ اهي آڱريون اوچتو ٻاهر اچي ويون. پر انهن آڱرين جي پورن ۾ منهنجون نسون ڇهنڻي ويون هيون. ايتريقدر جو نس جي ڄاري بہ انهن سان ڇهنڻي ويئي هئي، جتان اهي آڱريون نڪتيون هيون، اتي منهنجي دماغ ۾ هڪ سوراخ ٿي پيو هو. پر آڱرين کي ڇهندي وقت، خدا مون کي منهنجي حال تي ڇڏي ڏنو هو. مون کي نيڪي ۽ بديءَ جي ڪابہ تميز نہ رهي هئي. هن ڄڻ مون کي سڪون ۾ مبتلا رهڻ ڏنو ۽ خدائن جي خدا جي طرف کان مون تي ڪا مصيبت نازل نہ ٿي. پارڪ جي سامهون گهٽيءَ مان موسيقيءَ جو آواز اچي رهيو هو. ان مان اندازو ٿيو تہ بہ ٿي ڇڪا آهن. مون هاڻ لکڻ جو سامان کيسي مان ڪڍيو ۽ لکڻ جو ارادو ڪيو. ڪاغذ پينسل سان گڏ منهنجي کيسي مان حجامت ڪرائڻ جا ڪوپن بہ نڪري آيا. مون اهي ڪوپن ڳڻيا، اهي ڪل ڇهہ هئا. ان زماني ۾ هتي هيئر ڪٽنگ سيلون وارن ۾ سخت مقابلو ٿي رهيو هو. هر دڪان جو مالڪ حجام، گراهڪن کي پاڻ ڏانهن ڇڪڻ لاءِ سنوارت جا ڪوپن وڪڻندو هو. ان مان اها مراد بہ هئي تہ ماڻهون پاڻ حجامت نہ ڪاهين، پر سيلون جو رخ ڪن. اهي ڪوپن ڏسي مون سوچيو، نيڪ آهي، پيو نہ تہ بہ ڪجهہ هفتا آرام سان

سنوارت تہ نهرائي سگهان ٿو. منهنجي من ۾ اطمينان ۽ خوشيءَ جي لهر ڊوڙي ويئي تہ آئون بلڪل سُجو نہ آهيان. مون وٽ ڪجھہ تہ آهي. مون اهي ڪوپن ڏاڍي حفاظت سان پنهنجي کيسي ۾ رکيا.

مون لکڻ شروع ڪيو. پر ڪجھہ سٽن کان پوءِ مون کي لکڻ لاءِ ڪجھہ بہ نہ سُجهيو. خيال ڪٿان کان ڪٿي وڃي ٿي نڪتا، ۽ مون ۾ ڪا خاص شئي لکڻ جي اهليت ٿي نہ رهي. مختلف شيون منهنجي خيالن کي درهم برهم ڪرڻ لڳيون. مکيون ۽ مڇرن بہ ڪاغذ تي حملو ڪري ڏنو، ان سان منهنجو موڊ اڃان بہ بگڙڻ لڳو. مون ڦوڪ ڏيئي انهن کي اڏائڻ جي ڪوشش ڪئي. مون جيتري بہ زور سان ڦوڪ تي ڏني، هنن اوتري طاقت سان پنهنجا پير ڪاغذ تي کپائي ٿي ڇڏيا ۽ ڄمي ويهي منهنجي ڦوڪن جو مقابلو ڪرڻ تي لڳيون ۽ پنهنجي جاءِ تان انچ بہ نہ چريون ۽ جڏهن دل ٿي چين، پاڻمرادو اُڏري ٿي ويون.

اهي مکيون ڪافي دير تائين مون کي پريشان ڪنديون رهيون. پر مون بہ ڏاڍي اطمينان ۽ فراغت سان ويٺي، انهن جون من مستيون ڏٺيون. اوچتو موسيقيءَ جي اوچي تان منهنجي خيالن کي ڪنهن ٻي طرف ڇڪرايو. مون اهو ڪاغذ ۽ پينسل کيسي ۾ رکي ڇڏيا تہ هن وقت پنهنجو مضمون مڪمل ڪري نہ سگهندس ۽ اطمينان سان بئنچ کي ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيس. هاڻ منهنجو ذهن بلڪل صاف هو. آئون ماٺ ڪيو ويٺو، پنهنجو پاڻ کي پيرن کان وٺي مٿي تائين ڏسندو رهيس ۽ لڳاتار پنهنجا پير بہ لوڏيندو رهيس. ان دوران بي خياليءَ ۾ منهنجي نظر پنهنجي پيرن تي پيئي ۽ آئون هڪ عجيب جذبي تحت ڪنبي ويس. منهنجي سڄي جسم ۾ سرديءَ جي لهر ڊوڙي ويئي. ان جذبي جو سبب منهنجا بوٽ هئا، جن کي ڏسي مون کي احساس ٿيو ڇڻ آئون پنهنجي ڪنهن پراڻي واقفڪار سان ملي رهيو هئس. آشنائيءَ جا اهي جذبا منهنجي حواسن تي ڇانئجي ويا. منهنجي اکين ۾ لڙڪ تري آيا. اوچتو مون کي محسوس ٿيو تہ منهنجا ڦاٽل ٽٽل بوٽ هوريان هوريان مون ڏانهن وڌي رهيا آهن ۽ اچي مون کي ڳوانڙي پائيندا. مون هڪدم رڙ ڪئي. "ڪمزوري!" ۽ مون کي پنهنجي ان عجيب جذبي ۽ احساس ڪمتريءَ تي بي اختيار کِل اچي ويئي.

آئون پنهنجو پاڻ کي چيڙڻ لڳس، ۽ پنهنجو پاڻ سان ڳالهائڻ لڳس. پوءِ مون زور سان اکيون ٻوٽي ڇڏيون، جيئن پنهنجي اکين مان وهندڙ لڙڪ روڪي سگهان.

مون کي احساس ٿيو ڇڻ مون هن کان اڳ پنهنجن جوتن کي ڪڏهن به نه ڏٺو هو. آءٌ انهن جي شڪل ۽ حليي تي غور ڪرڻ لڳس. پنهنجا پير ڊگهيريندي، انهن جوتن جي مٿان لڳل چمڙي جو خيال آيو. ڦاٽل چمڙي جا جوڙ ۽ سفيد نشان انهن جي عجيب شڪل ٺاهي رهيا هئا. منهنجي همزاد جيان، اهي جوتا مون تي سوار ٿي، مون کي متاثر ڪري رهيا هئا. آئون انهيءَ حالت ۾ ويٺو، انهن خيالن سان کيڏي رهيو هئس. اٽڪل هڪ ڪلاڪ تائين منهنجي اها ٿي ڪيفيت رهي. ان دوران هڪ بندري قد جو ڪراڙو اچي منهنجي بئنچ جي ٻي ڪنڌ تي ويهي رهيو. هو سهڪڻ سان گڏ ڪجهه ٻڙ ٻڙائي به رهيو هو.

هن جي ٻڙ ٻڙ ٻڌي مون کي پنهنجي مٿي ۾ هوا جي سرسراهٽ محسوس ٿي. هاڻي مون پنهنجن جوتن کي سندن حال ۾ ئي ڇڏي ڏنو ۽ پنهنجي ذهن کي انهن سيني خيالن کان آجو ڪري، سڄو ڌيان ان ڪراڙي ڏانهن ڏنم. مون سوچيو، ان ڪراڙي جو منهنجي ذات سان ڪو واسطو ٿي سگهي ٿو؟ هرگز نه! هن جي هٿ ۾ ڪا پراڻي اخبار هئي. جنهن ۾ ڪجهه ويڙهيل هو. اهو ڏسي، منهنجو هن جي باري ۾ تجسس اڃان به وڌي ويو. آئون لڳاتار ان اخبار کي تڪيندو رهيس. منهنجي ذهن ۾ هڪ عجيب خيال پيدا ٿيو. مون سوچيو شايد اخبار عجيب ۽ غريب قسم جي آهي. ان ۾ ڪجهه اهم ۽ خطرناڪ دستاويز ٿي سگهن ٿا. ڪنهن سازش جا مسودا، جيڪي مٿان پراڻن ڪاغذن مان چورايا ويا هجن. منهنجي نظرن ۾ ڪو ڳجهو معاهدو ڦرڻ لڳو. ڪنهن خطرناڪ سازش تي مبني ڪراڙو، خاموش ويٺو، ڪنهن اونهي سوچ ۾ ٻڏل هو. هن اها اخبار عام ماڻهن جيان، ان طريقي سان نه جهلي هئي، جنهن سان ان جو نالو پڙهي سگهجي. نيٺ ان ۾ ڪهڙي چالاڪي هئي؟ لڳو ايئن ٿي اهو پوڙهو اخبار جي بنڊل کي مضبوطيءَ سان پنهنجي هٿ ۾ جهليو ويٺو هو. شايد ڪيس پنهنجي ڪوٽ جي کيسن تي ڀروسو نه هو. تنهن ڪري هن اخبار پنهنجي کيسي ۾ به نه رکي هئي. آئون

شرطيہ چئي سگهيس ٿي تہ انهن اخبارن سان ڪو سنگين راز لاڳاپيل هو.

آئون سخت ٻڏتر ۾ هئس. مون کي اخبار جي بنڊل جو ڪجهہ معلوم نہ پي ٿيو. مون پنهنجي ڪيسن کي ڦلهورڻ شروع ڪيو، شايد ڪا شئي اهڙي ملي جيڪا ڏيئي ڪراڙي سان واقفيت پيدا ڪري سگهان. منهنجي هٿ ۾ سنوارت جا ڪوپن اچي ويا. مون اهي ٻيهر ڪيسي ۾ رکي ڇڏيا. اوچتو منهنجي ذهن ۾ هڪ خيال پيدا ٿيو، مون پنهنجي ڇاتيءَ جي خالي ڪيسي کي هٿ هڻندي هن کان پڇيو، ”اوهين سگريٽ پيئندا؟“ هن ورائيو، ”مهرباني! آئون سگريٽ نہ پيئندو آهيان.“ پوءِ هن ٻڌايو تہ، سگريٽ پيئندي پيئندي هن جي نظر خراب ٿيڻ لڳي هئي. تنهن ڪري هن سگريٽ پيئڻ ڇڏي ڏنو. مون کي خيال پيدا ٿيو تہ، ”هن جي نظر خراب آهي تہ پوءِ هو اخبار پڙهي ٿي نہ سگهندو. پوءِ هن اخبار پاڻ وٽ ڇو رکي آهي؟“

ڪراڙي مون ڏانهن ڏٺو. هن جي اکين ۾ ڇاري جي تهہ جميل نظر آئي. ائين ٿي لڳو ڄڻ اهي شيشي جون ٺهيل آهن. هن جي بي نور اکين جو خيال ايندي ئي مون کي هن تي رحم اچڻ لڳو.

ڪراڙي مون کان پڇيو، ”تو هن شهر ۾ ڏاريو آهين؟“

مون ورائيو، ”ها!“ مون هٿ جي هن واري اخبار جو نالو پڙهڻ جي هر ممڪن ڪوشش ڪئي، پر اهو نظر نہ آيو. هن منهنجي لهجي مان منهنجي اوپري هئڻ جو اندازو ڪري ورتو، پر شايد منهنجو آواز ٻڌي نہ پي سگهيو. هن مون کان وري سوال پڇيو، ”ڇا آئون توکان پڇي سگهان ٿو تہ تون ڪٿي جو رهاڪو آهين؟“ منهنجي ذهن ۾ غير ارادي طور تي هڪ خيال اُپريو. مون بي مقصد ڪوڙ ڳالهايو، ”آئون سينٽ الف بلڊنگ جي 2 نمبر ڪمري ۾ رهندو آهيان.“ ڪراڙو ان بلڊنگ جي هر ڪنڊ ڪڙڇ کان واقف هو. هن چيو، ”واقعي؟.... اوهين ڪهڙي نمبر ۾ رهو ٿا.“

ان بلڊنگ وٽ هڪ ڦوارو هو. بجليءَ جا ٿنيا هئا ۽ ان جي ٻنهي پاسن، ڪاٻي ۽ ساڄي ڪجهہ گهٽيون ٿي ويون. آئون هن جي ڳالهہ ٽارڻ جي لاءِ پنهنجي جاءِ تان اٿي ڪڙو ٿيس ۽ پسار ڪرڻ لڳس. منهنجو ذهن اڃان تائين اخبار جي مامري ۾ منجهيل هو. مون فيصلو ڪيو تہ پلي ڇا بہ ٿي پوي، مون

کي ان معاملي جي تھ ۾ وجڻ کپي. مون هن کي چيو، ”جڏهن اوهين اخبار پڙهي نہ ٿا سگھو تہ پوءِ...؟“

هن منهنجي ڳالھ کٽيندي چيو، ”منهنجو خيال آهي، اوهان ڪمري نمبر 2 ۾ رهڻ جو ٻڌايو هو.“ هو منهنجي گھبراهٽ جو اندازو ڪري نہ ٿي سگھيو. هن وري چيو، ”هڪ زمانون هو، جڏهن آئون ڪمري نمبر 2، جي هر باشندي کي چڱي طرح سڃاڻندو هئس. اوهان جي گھر جي مالڪ جو نالو ڇا آهي؟“ مون ڪانئس پيڇو ڇڏائڻ لاءِ ايئن ئي هڪ نالو ٻڌايو، ”هپولائي!“ ڪراڙي ڪنڌ ڌوڻي بار بار اهو نالو ورجايو، ”ها ها... هپولائي.“

آئون حيران ٿي ان پوڙهي کي تڪي رهيو هئس. هو ڪنهن اونهي سوچ ۾ چپ چاپ ويٺو هو. منهنجي ذهن ۾ جيڪو نالو آيو هو، اهو مون بنا سوچڻ سمجهڻ جي، وٺي ڇڏيو. پر ڪراڙي اهو پنهنجي ذهن ۾ محفوظ ڪري ورتو. هن ظاهر ڪرڻ ٿي چاهيو، ڄڻ هو ان نالي کان چڱي تموني واقف آهي. ايتري ۾ هن اخبارن جو بنڊل بئنچ تي رکي ڇڏيو ۽ منهنجي سڄي بت ۾ تجسس جي لهر ڊوڙي ويئي. مون کي اخبار تي سڻڀ جا نشان نظر آيا. آئون اڃان ان جي باري ۾ سوچي رهيو هئس، جو ڪراڙي جو آواز ٻڌم، ”ڇا اوهان جو مالڪ بحري سفر جو شوقين ڪونهي؟ مون کي ڪجھ ڪجھ ان جي باري ۾ ياد پيو اچي.“ هن جي آواز ۾ طنز جو شڪ هئم. مون جلدي پنهنجي ڪنڌ کي ڌوڻ ڏيئي هڪ پيو ڪوڙ گھڙيو ۽ هن جو وات بند ڪرڻ جي ڪوشش ڪيم، ”بحري سفر جو شوقين تہ هن جو پاءُ هو. اوهان کي اهو ياد پيو اچي. ان جو نالو جي. اي. هپولائي ايجنٽ آهي.“ هن ڄڻ منهنجي هر ڳالھ ۾ گھري دلچسپيءَ وٺڻ جو قسم کاڌو هو. آئون ڪو ايترو سيترو نالو ٿي ورتو، مثال طور، ”برياس روزبوڊ“ وغيره. جيڪو بہ ٿي چيم، ڪيس ڪوبہ شڪ شبهو نہ ٿي ٿيو. هن عام انداز اختيار ڪندي چيو، ”نهايت لائق ماڻهون آهي، مون هن جو نالو ٻڌو آهي.“

مون چيو، ”بلڪل! ڏاڍو هوشيار شخص آهي. پڪو واپاري هر شئي جي دلالي ڪري ٿو.“ ڪراڙي جلدي ورائيو، ”ها ها! وڏو ڪو اُستاد آهي.“

هاڻي مون کي ڪراڙي سان چڱي موچاري دلچسپي پيدا ٿي ويئي ۽ بي

قابو تي ڪوڙ جو هڪ سلسلو شروع ڪري ڇڏيم، ۽ اخبار کي وساري ويهي رهيس. جن ڳجهن دستاويزن جي باري ۾ سوچي رهيو هئس، اها تہ عجيب ۽ دلچسپ شئي نڪتي. مون ايترا تہ ڪوڙ ڳالهايا، جو ڪراڙي کي مات ڪرائي ڇڏيم. مون ايستائين بہ چيو، ”هيولائيءَ بجليءَ سان هلندڙ هڪ دعا جو ڪتاب بہ لکيو آهي.“

هن حيرت مان پڇيو، ”ڇا چيئہ! بجليءَ سان؟“

تنهن تي مون هڪدم وراڻيو، ”ها! رات جو ان ڪتاب جا لفظ چمڪڻ لڳندا آهن. ان مشيني ڪتاب وسيلي لکين روپيا دولت ڪمائي سگهجي ٿي. هن جا چابي خانہ بہ هلي رهيا آهن. هن ست سئو مشينون پنهنجي ان ايجاد ۾ لڳائي رکيون آهن.“

ڪراڙي وراڻيو، ”ها، اهو تہ آهي.“ پوءِ هو خاموش ٿي ويو.

هاڻي هو، منهنجي هر ڳالهہ چپ چاپ ويٺو ٻڌي رهيو هو. هو مون تي مڪمل اعتماد ڪري رهيو هو ۽ بلڪل حيران نہ پي ٿيو. اهو ڏسي مون کي ڪي قدر مايوسي ٿي. ڇو تہ مون ڪوڙ ڳالهائي کيس حيران ڪرڻ ٿي چاهيو. تنهن ڪري مون هڪ ڀيرو وري ذهن تي زور ڏيئي نوان نوان ڪوڙ گهڙڻ جي ڪوشش ڪئي. ڏاڍي سوچ ويچار کان پوءِ مون ڪراڙي کي چيو، ”هيولائي ايران ۾ نو سال مملڪتي وزير رهيو آهي. توهان کي تہ خبر آهي ايران ۾ وزير جو ڪهڙو درجو هوندو آهي؟ ايران ۾ وزير جو درجو بادشاهہ کان بہ مٿاهون آهي ۽ هيولائي نهايت خوش اسلوبيءَ سان سلطنت جا معاملا هلايا هئا ۽ پاڻ بہ گهاٽي ۾ نہ رهيو، ڏاڍي دولت ڪمايائين.“ تنهن کان پوءِ مون هيولائيءَ جي ڌيءَ ”يلا جليءَ“ جو ذڪر ڪيو. مون ٻڌايو تہ هوءَ شهزادي آهي. پريءَ وانگر خوبصورت آهي. هن جا تي سئو غلام آهن. هو زرد رنگ جي گلاب جي گلن تي سمهندي آهي. مون اڄ تائين هن جهڙي سهڻي ڇوڪري نہ ڏٺي آهي.“

پوڙهي پڇيو. ”واقعي! هوءَ ايتري خوبصورت آهي؟“

مون وراڻيو، ”ٻيو ڇا... بي انتها خوبصورت.... گناهہ جي حد تائين دلفريب. هن جون اکيون ريشم جيان آهن ۽ ٻانهون ڄڻ نيلم. هن جي اکين مان چميون ڳڙنديون آهن. هوءَ جڏهن مون کي گهرائيندي آهي تہ ڄڻ اُلا نچي رهيا هجن.“

هو ڏاڍي اطمينان سان چئي رهيو هو، ”ها! نيڪ تہ آهي.“ مون کي هن جي انداز چيڙائي وڌو. آئون پنهنجي آواز تي پاڻ ئي بيزار ٿي پيس. هاڻي آئون وڌيڪ سنجيدو ٿي ويس. هن جا ڪاغذ، اهي پرڏيهي ملڪن مان چورايل ڪاغذ، منهنجو ڌيان پاڻ ڏانهن ڇڪرائي رهيا هئا. جن جو بنڊل منهنجي ۽ پوڙهي جي وچ ۾ پيو هو. ٿوري دير اڳ آئون انهن دستاويزن کي وساري نوان نوان ڪوڙ گهڙڻ ۾ رڌل هئس ۽ انهن فضوليات جو نتيجو يا اثر ڏسي رهيو هئس. منهنجي دماغ ۾ رت ڄمي ويو. آئون بي اختيار ٿهڪ ڏيئي کلڻ لڳس ۽ ڪراڙو هڪدم اٿي بيهي رهيو. هن آرس ڀڳي ۽ چوڻ لڳو، ”ٻڌو اٿم تہ ان شخص هپولائيءَ جي تمام گهٽي ملڪيت آهي.“

ان ڏنڌلي اکين واري ڪراڙي کي ايتري جرئت ڪيئن ٿي تہ جيڪو عجيب ۽ غريب نالو مون گهڙيو هو، ان کي هڪ عام نالو سمجهي وٺي. ڇڻ اهو نالو تہ بازار جي هر بورڊ تي لکيل نظر اچي رهيو هجي. هن اهو نالو پنهنجي ذهن ۾ محفوظ ڪري ورتو هو. مون کي هن تي سخت ڪاوڙ پي آئي ۽ هن جي خلاف نفرت ٿي ويم. هو منهنجي ڪنهن بہ ڳالهہ تي برهم نہ ٿيو. ۽ نہ وري مون تي ڪو شڪ شبهو ڪيائين. مون هن جي جواب ۾ ورائيو، ”مون کي هن جي ملڪيت جي باري ۾ خبر ڪونهي. ها آئون اوهان کي اهو بہ ٻڌائي ڇڏيان تہ هن جو سچو نالو ’جوهن آرنٽ هپولائي‘ آهي.“

ڪراڙي ڏاڍي مزي سان منهنجو ٻڌايل نالو ورجايو، ”جوهن آرنٽ هپولائي.“

هن پيري هو ڪافي حيران نظر آيو، ۽ پوءِ خاموش ٿي ويو. آئون ان وقت آپي مان ٻاهر هئس. مون چيو، ”اوهان هن جي زال سان مليا آهيو، خدا جي پناهہ، هوءَ ڏاڍي ٿلهي آهي، ٿلهي ممَ!!“

هو ڏاڍي صبر سان چوڻ لڳو، ”بلڪل! ڀلا ايتري امير ماڻهوءَ جي زال ٿلهي نہ هوندي تہ ٻيو ڇا هوندي.“

هاڻي آئون بي قابو ٿي ويس. ۽ رڙ ڪندي چيم ”تون بہ عجيب ماڻهو آهين. تون ڇا پيو سوچين‌ءَ تہ آئون بلڪل ڪوڙ پيو ڳالهايان. شايد تنهنجو خيال آهي تہ هپولائي نالي وارو ڪوبہ شخص ڪونهي. تو جهڙو ضدي پوڙهو ڪک

مون کوبہ نہ ڏنو آهي. نيٺ توکي چا ٿي ويو آهي. ڪٿي تون اهو تہ نہ پيو سوچين؟ تہ آئون هڪ مفلس، ڪنگال، بکيو ۽ مست ماڻهون آهيان ۽ آچر گذارڻ لاءِ هتي اچي ويٺو آهيان، منهنجي کيسي ۾ هڪ سگريٽ بہ ڪونهي. آئون توکي ٻڌائڻ ٿو چاهيان تہ تو مون سان جيڪو رويو اختيار ڪيو آهي، آئون ان جو عادي ناهيان. خدا ڪوڙ نہ ڳالهرائي، آئون اهو سلوڪ ڪڏهن بہ برداشت نہ ڪري سگهندس.“

ڪراڙو اُٿي کڙو ٿيو. هن جو وات حيرت سبب ڦاٽي ويو. هو خاموش بيٺو، منهنجي برهمي ۽ سخت ڪلاميءَ تي حيران ٿي رهيو هو. پوءِ هن تڙ تکڙ ۾ پنهنجو اخبارن جو بنڊل کنيو ۽ روانو ٿي ويو. بلڪ ڊوڙڻ لڳو ۽ ننڍا ننڍا تيز قدم کڻندو پيچري تي هلڻ لڳو. هو اهڙي نموني غائب ٿيندو نظر پي آيو، چڻ سُسندو پي ويو. اوچتو مون کي احساس ٿيو چڻ هن ڪراڙي جي پٺ کان سواءِ پي ڪا ٻيڙي شئي آهي ٿي ڪانہ. نجاڻ مون کي اهو احساس چو ٿيو. پر مون کي ان تي بلڪل افسوس نہ ٿيو. تہ مون هن کي گهٽ وڌ چو ڳالهايو.

هاڻي ڏينهن لڙڻ لڳو ۽ سج لهڻ تي هو. مايون، جيڪي ٻارڙن کي گاڏن ۾ کڻيو وينيون هيون، پنهنجي پنهنجي گهر وڃڻ لڳيون. منهنجي دل کي ڪجهہ اطمينان ٿيڻ لڳو. منهنجي طبيعت ۾ جيڪو اشتعال پيدا ٿي ويو هو، اهو گهٽ ٿي، منهنجو موڊ سنو ٿيندو ويو. مون کي ڪجهہ تڪاوٽ ٿيڻ لڳي ۽ آئون جهونٽا کائڻ لڳس. مون ڪافي دير کان ڪجهہ بہ نہ کاڌو هو. پر ان جي ڪري مون کي ڪا تڪليف بہ نہ ٿي. آئون ٽيڪ ڏيئي بئنچ تي ويهي رهيس ۽ پنهنجون اکيون ٻوٽي ڇڏيم. مون تي ننڊ جو غلبو ٿيندو ويو. آئون سمهڻ وارو ئي هئس، جو پارڪ جي چوڪيدار اچي منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيو ۽ چيو.

”توکي هتي سمهڻ نہ کپي.“

آئون هڪدم اٿي بيٺس ۽ چيو، ”چو؟“ آئون پنهنجي حالت تي غور ڪرڻ لڳس ۽ سوچڻ لڳس، ”مون کي ضرور ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ کپي.“ ڪانہ ڪا سبيل ضرور ڪڍڻ کپي. مون جتي جتي جايون ڳولهيون هيون، اهي سڀ پرجي چڪيون هيون ۽ اهي حاصل ڪرڻ لاءِ، جيڪي سفارشون لکرايون هيم، اهي بہ پراڻيون ٿي چڪيون هيون. تنهن کان سواءِ، جن اهي

سفارشون لکيون هيون، تن کي تمام گهٽ ماڻهون سڃاڻندا هئا. انهن جي ڪا هلندي پڄندي بہ نہ هئي. انهن سڀني جاين جي طرف کان مسلسل انڪار، مون کي مايوس ڪري ڇڏيو هو. پر بهرحال، مون کي پنهنجي ڪمري جو ڪرايو ادا ڪرڻو هو. جنهن جي لاءِ ايتري رقم ڪٿان نہ ڪٿان ضرور حاصل ڪرڻي هئي. باقي شين جي لاءِ انڪار تي سگهيو ٿي.

مون غير ارادي طور تي ڪاغذ ۽ پينسل کڻي ۽ سڀ کان پهرين مٿان تاريخ لکيم. ڪاش منهنجي خيالن جي رواني منهنجو ساٿ ڏي ها ۽ مون کي تيزيءَ سان لفظ لکڻ جي سگهہ ملي ها. مون کي اهي گهڙيون ياد هيون، جڏهن مان لڳاتار لکندو هئس ۽ طبيعت تي زور ڏيڻ کان سواءِ، مضمون تي مضمون مڪمل ڪندو هئس. انهن مضمونن جو مون کي مناسب معاوضو بہ ملي ويندو هو.

پر ان وقت آئون پنهنجي سيٽ تي ويٺو، هڪ ئي تاريخ مختلف انداز ۾ ڪيترائي پيرا لکي چڪو هئس. پر ڪو خاص خيال نہ ٻي سُجهيم. ساڳئي پراڻا گنل پينل خيال دماغ ۾ چڪر هڻي رهيا هئا. ڏينهن لڙڻ وقت ئي گهٽو ڪري منهنجا خيال بہ وسامي ويندا هئا ۽ جذبا سرد پئجي ويندا هئا.

سرءُ جي منڍ جي شروعات هئي. مون تي ننڊ جو غلبو ڇانيل هو. مکين، مڇرن ۽ ماڪوڙين، سڀني طرفان خطري جو آلارم وڄي رهيو هو. گهٽين، بازارين ۽ ٻنين وغيره ۾ ڪشمڪش ڪندڙ زندگي پڻ پڻ ڪري رهي هئي. جڻ ان لاءِ خون پسينو هڪ ڪرڻ ۾ مصروف هئي تہ ڪٿي منجي نہ وڃي. ڪيڙن ماڪوڙن جي دنيا ۾ تہ گويا انقلاب برپا هو. پر هاڻ انهن جي هنگامہ آرائي گهڻي دير جي لاءِ نہ هئي. ڇو تہ هو سڀ گاهہ مان اڏندا، چڪر ڏيندا نظر ٿي آيا. ان وقت ڪائنات جو ذرو ذرو، سرديءَ جي احساس ۾ گهيريل هو. ٻوٽا سڄ ڏانهن منهن ڪريو بيٺا هئا، پر بيڪار. ڇڻندڙ پن زمين طرف ڪِري رهيا هئا. جڻ ريشم جا ڪپڙا لُڏي رهيا هجن. اها خزانءُ جي حڪمراني هئي. زوال جو عروج هو، گلاب جي مرڪ ۾ طنز جهڙي ڪيفيت هئي. ان جي نرم نرم مهڪ ۾ بہ جڻ هڪ ٽوڪ هئي. ان وقت آئون پنهنجو پاڻ کي هڪ رڙهندڙ ڪيڙو محسوس ڪري رهيو هئس، جيڪو جلد ختم

ٿيڻ وارو هو. پر ڪجهه دير جي لاءِ هن دنيا جي چڪر ۾ اچي ويو هو. جيڪا ختم ٿي، غفلت جي ننڊ سمهڻ واري هئي. آئون پوءِ پنهنجي جاءِ تان اٿي بيٺس. مون کي محسوس ٿيو ڄڻ ڪيترائي خطرا مون ڏانهن وڌي رهيا هئا ۽ آئون انهن جي ڪري بي چين هئس. آئون بي اختيار پيچري طرف وڌيس.

منهنجون منيون پاٺمرادو پڪوڙجي ويون ۽ منهنجي وات مان نڪتو، "نه! آخر ڪا حد به ته هوندي آهي." آئون هڪدم مڙيس ۽ پنهنجي جاءِ تي ويهي رهيس. ڪاغذ پينسل سنڀالي مضمون لکڻ لڳس. مون سوچيو، "هٿيار ڦٽا ڪرڻ انتهائي ناڙيائپ آهي. مون کي ڪمري جو ڪرايو ادا ڪرڻون آهي ۽ اها رقم وات ڦاڙي منهنجو منهن تڪي رهي آهي."

نيٺ تمام آهستي آهستي منهنجا خيال گڏ ٿيڻ لڳا. هاڻي آئون سڪون سان لکڻ ۾ رڌل هئس. شروعاتي ٻن صفحن ۾ تعارف هو. اهو تعارف ڪنهن به مضمون جي شروعات ٿي سگهيو ٿي. مون هڪ سفرنامي جي شروعات ڪئي. هڪ سياسي اڳواڻ جو سفرنامو. اها شروعات، جيئن مون سوچي هئي، نهايت سٺي رهي. هاڻي آئون اصل موضوع جو مواد سوچڻ لڳس. ڪا شخصيت ياپيو ڪجهه-؟ پر اڳيان مون کي ڪجهه به سمجهه ۾ نه آيو. دماغ تي زور وڌم ته خيال منتشر ٿيڻ لڳا. ذهن تي ڪافي زور وڌم، پر دماغ ئي خالي هو. ڪجهه به سمجهه ۾ نه آيم. مون کي پنهنجن ڪلهن تي رکيل ڪنڌ ڪوڪلو محسوس ٿيڻ لڳو. ڄڻ کوپڙيءَ ۾ هڪ خلا هجي ۽ پوءِ آئون بلڪل ئي ڪوڪلو ٿي ويس.

سڄي بدن ۾ سور ٿيڻ لڳم. مون رڙ ڪئي، "او منهنجا پالڻهار!" ان لفظن کان وڌيڪ هڪ لفظ به ڪجي نه سگهيس. وڻن ۾ هوا سَر سَر ڪرڻ لڳي. طوفان جو شور مچي ويو، آئون ان حالت ۾ ڪجهه دير ويٺو رهيس ۽ پنهنجي لکيل ڪاغذ تي نظرون ڄمائي رکيم. تنهن کان پوءِ سڀ ڪاغذ ويڙهي سيڙهي کيسي ۾ رکيم. فضا ۾ خنڪيءَ جي لهر هئي. آئون واسڪوٽيءَ کان به محروم ٿي چڪو هئس. مون ڪوٽ جا ٻٽڻ گلي تائين لڳايا ۽ هٿ کيسن ۾ وڌم، پوءِ ان ئي حالت ۾ اُٺي روانو ٿي ويس.

ڪاش آئون ان وقت ڪجهه لکي سگهان ها. گهر ڌڻياڻي پيهر مسواڙ جي تقاضا ڪري چڪي هئي. ان وقت آئون پنهنجي ڪنڌ کي هڪ طرف

جهڪائي ويهي رهيس ۽ شرم جي ڪري نظرون بچائي نڪري آيس ۽ جي هن پيري هن ٿوڪيم تہ آئون زمين ۾ گهڙي ويندس. مون سوچيو تہ جيڪڏهن هاڻ، هن جي نظر مون تي پيئي تہ آئون ڪيس سچي حقيقت ڪولي صاف ٻڌائيندس. پوءِ پلي چا بہ ٿئي. هاڻي انهن حيلن بهانن سان ڪم نہ هلندو.

آئون پارڪ مان ٻاهر نڪتس تہ رستي ۾ مون کي اهو پوڙهو مليو، جنهن کي مون پڇايو هو. هو هڪ بئنچ تي آرام سان ويٺو هو. هن جي سامهون اخبارن جو بنڊل رکيل هو ۽ انهن تي ڪجهه ڪاٺ جون شيون رکيل هيون ۽ هو ڏاڍي مزي سان ڪائي رهيو هو. پهرين دل ۾ آيم تہ هن جي ويجهو وڃي، ڪانئس پنهنجي رويي تي معذرت گهران، پر ڪيس ڪائيندو ڏسي مون ۾ همت نہ ٿي. هن ڏهن ئي آڱرين ۾ سٽيي ماني اهڙي نموني جهلي هئي، جڻ سرڻ جي چنبن ۾ گوشت جو ٽڪرو. مون پنهنجو پاڻ کي سنڀاليو ۽ هن ڏانهن ڏسڻ کان سواءِ، هن جي پرسان لنگهي ويس. هن بہ مون کي نہ سڃاتو ۽ مون ڏانهن ڏيان سان ڏسندو رهيو. پر هن جي چهري جي تاثراتن مان ڪا اهڙي حرڪت نمودار نہ ٿي، جنهن مان معلوم ٿئي تہ هو مون کي سڃاڻي سگهيو آهي.

آئون سڌو نڪري ويس. بازار مان لنگهندي. معمول موجب اخبارن جي هر اسٽال تي بيهندو بي ويس ۽ "ضرورت آهي." جا ڪالم پڙهڻ تي لڳس. هر پيري مون کي اهڙي جاءِ نظر ٿي آئي، جنهن جي لاءِ آئون پنهنجي خيال ۾ ڪوشش ڪري ٿي سگهيس.

هڪ هنڌ لکيل هو، هڪ سپر اسٽور جي مالڪ کي ٻن ڪلاڪن لاءِ هڪ ڪلارڪ جي گهرج آهي، جيڪو سندس حساب ڪتاب رکي سگهي. مون ان اسٽور جو پتو نوٽ ڪيو ۽ دل ئي دل ۾ دعا ڪيم تہ هيءَ نوڪري مون کي ملي. مون سوچيو، آئون گهٽ ۾ گهٽ پگهار گهرندس.

جڏهن گهر پهتس تہ گهر ڏيائيءَ جي هڪ چٺي ميز تي پيل ملي، جنهن ۾ هن مسواڙ جي گهر ڪئي هئي ۽ نہ ڏيڻ جي صورت ۾ ڪمرو خالي ڪرڻ جي لاءِ لکيو هو. ان ۾ منهنجي چڙڻ جو ڪو سبب نہ هو. اها گهر بلڪل جائز هئي. هن ويچاريءَ هيٺان لکيو هو، "توهان جي مخلص مسز گندبرسن."

مون سپر اسٽور جي مالڪ مسٽر ڪرسٽيءَ جي نالي نوڪريءَ جي درخواست

لکي ۽ لفافي ۾ بند ڪري ليٽر باڪس ۾ وجهڻ لاءِ روانو ٿي ويس. تنهن ڪان پوءِ واپس پنهنجي ڪمري ۾ موٽي آيس. ۽ ڦرنڊڙ ڪرسيءَ تي ويهي جهومڻ لڳس. اوندهہ وڌندي پئي ويئي. اهڙي طرح دير تائين منهنجو اتي ويهڻ ڏکيو ٿي پيو. نيٺ آئون سمهڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس.

ٻي ڏينهن صبح جو اڃان اوندهہ هئي، جو مون کي جاڳ ٿي. هيٺ لڳل گهڙيال پنج وڄايا. آئون ٻيهر هند ۾ گهڙي ويس ۽ پاسا ورائيندو، اوٻاسيون ڏيڻ لڳس، پر مون کي ننڊ نہ آئي. هاڻي منهنجي دماغ ۾ ڪيترين ئي ڳالهيون چڪر ڪاٽي رهيون هيون. ان دوران، اوچتو منهنجي ذهن ۾ ٽي چار اهڙا جملا آيا، جيڪي افسانوي يا خاڪي ۾، نهايت سٺي نموني استعمال ڪري پئي سگهيس. انهن جملن ۾ زبان جي چاشني هئي ۽ ان ڪان اڳ مون کي اهڙا جملا گهٽ نظر آيا هئا. مون ليٽي ليٽي انهن جملن کي ورجائڻ شروع ڪيو ۽ انهن جي خوبيءَ آئون لطف اندوز ٿيڻ لڳس. هوريان هوريان ڪجهہ ٻيا جملا بہ منهنجي ذهن ۾ اچڻ لڳا. آئون اٿي ويٺس ۽ پنو پين کڻي اهي جملا لکڻ لڳس. ايئن پئي لڳو، ڄڻ منهنجي اندر ڪو طوفان آيل هو. هڪ ڪان پوءِ ٻيو جملو بي اختيار ايندو پئي ويو. ۽ مڪالمن مٿان مڪالمہ تيزيءَ سان ذهن ۾ ايري رهيا هئا. ان ڪيفيت منهنجو من خوشيءَ جي احساس سبب پري چڙيو. آئون لڳاتار لکندو پئي ويس، مون تي جملن جون اوڙڪون وسڻ لڳيون. صفحن مٿان صفحا لکندو ويس. خيالن جو هڪ طوفان هو، آئون هڪ گهڙي بہ ترسڻ بنا پوري قوت سان لکڻ ۾ رڌل هئس ۽ جيڪو ڪجهہ لکي رهيو هئس، ان ۾ گهرو تاثر هو.

آخر ڪجهہ دير ڪان پوءِ اها ڪيفيت ختم ٿي. منهنجي هٿن ۾ ويهن صفحن جو مضمون تيار هو. مون خالي ڪاغذ ۽ پين هڪ طرف رکيا ۽ مضمون پنهنجي گوڏن تي رکيو. مون کي پڪو ڀروسو هو تہ هنن صفحن ۾ گهٽو ڪجهہ آهي، جن جي سهاري آئون هڪ مصيبت کان ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهندس.

آئون جهڙپ ڏيئي هند تان لٿس ۽ ڪپڙا پائڻ لڳس. چئني پاسن روشني پکڙجي چڪي هئي. دروازي وٽ لڳل اشتهار مون کي صاف نظر پئي آيو. دريءَ مان ڇڻ روشنيءَ جو ڦوهارو پئي لڳو. آئون پنهنجي مضمون کي فيئر

ڪرڻ ويهي رهيس. ان وقت منهنجي اندر ۾ رنگ ۽ نور جو طوفان ظاهر ٿي رهيو هو. هڪ ڪان پوءِ ٻي شئي، منهنجي سامهون هئي. آئون سوچي رهيو هئس ته هن ڪان اڳ مون ايتري سٺي شئي ڪڏهن به نه لکي هئي. منهنجو من بيحد مطمئن هو. منهنجي چئني طرفن چڻ خوشيون ئي خوشيون هيون. مون کي پنهنجي ذات جي باري ۾، هڪ عظيم هستي ٿيڻ جو گمان ٿيڻ لڳو.

مون مسودو هٿن ۾ کڻي، ان جي قيمت ڪٿڻ شروع ڪئي. مون سوچيو، هن جا گهٽ ۾ گهٽ پنج شلنگ ته ضرور ملندا. هن مسودي جا پنج شلنگ ڏيندي ڪنهن کي به هٻڪ نه ٿيندي. ايتري رقم ۾ ته هي مسودو سستو آهي. فني لحاظ کان به ڪو گهٽ معياري ڪونهي. نيٺ به ته، آئون ههڙي اعليٰ قسم جي مضمون کي ائين ئي ته ضايع نه ٿو ڪري سگهان. ههڙا مضمون گس هلندي ته هٿ ڪونه ٿا چڙهن. آئون پڪ سان هن جا پنج شلنگ وٺندس.

ڪمري ۾ سهائي پکڙيل هئي. مون دروازي تي نظر وڌي. هاڻ مان مسز اينڊرسن جي دڪان تي لڳل اشتهار سولائيءَ سان پڙهي سگهيس ٿي. ايتري ۾ هيٺ لڳل گهڙيال ست وڄايا.آئون اتي فرش جي بلڪل وچ ۾ ٿي بيٺس. مون هر ڳالهه، هر پهلوءَ کان سوچي ورتي هئي. مسز اينڊرسن جي تقاضا عين موقع تي منهنجي اک کولي ڇڏي هئي. جيڪڏهن انصاف سان ڏٺو وڃي ته هي ڪمرو منهنجي لاءِ مناسب ڪونهي.

هن جي درين تي گهٽيا قسم جا ساوا پردا ٽنگيل آهن ۽ پٽين تي ٽنگڻيون به لڳل ڪونهن. ڪنڊ ۾ پيل ڦرندڙ آرام ڪرسي، ڇا آهي. هن کي ڪير آرام ڪرسي چوندو. جنهن کي ڏسندي ئي کلي کلي ماڻهوءَ جي پيٽ ۾ سور پئجيو وڃي. ڪنهن جوان ماڻهوءَ جي ته بلڪل ڪم جي ڪونهي. ٻيو ته، هن تي ويهي اٿڻ جي لاءِ خاص مهارت جي ضرورت آهي. مختصر اهو ته هي اهڙو ڪمرو ڪونهي، جنهن ۾ ويهي ڪو دماغي ڪم ڪري سگهجي ۽ ان ڪري مون هن ڪمري ۾ رهڻ نه ٿي چاهيو. مون پڪو پهه ڪري ورتو ته آئون ڪنهن به حالت ۾ هن ڪمري ۾ نه رهندس. مون ڏاڍي صبر سان، ايترو عرصو هن ڪمري ۾ گذاريو هو.

دراصل مون ايترو ته شاندار مقالو لکيو هو، جو ان مان اطمينان ۽ اميد

جي روشني پاٿي، مان آپي آئون ٻاهر نڪري رهيو هئس. مون اهو مقالو هڪ ڀيرو ٻيهر پڙهڻ شروع ڪيو. هاٿي آئون گهر تبديل ڪرڻ جو پڪو ارادو ڪري چڪو هئس. مون پنهنجي هڙ ڪڍي. اها ڳاڙهي رنگ جي رومال ۾ ٻڌل هئي. جنهن ۾ ڪجهه ڏوتل ڪالر هئا ۽ مڙيل اخبارن جا ٽڪرا ٻه، جن ۾ ڪڏهن مون ماني ويڙهي گهر آندي هئي. مون پنهنجي ڪمبل کي ويڙهيو ۽ سفيد ڪاغذ ڪيسي ۾ رکيو. تنهن کان پوءِ ڪمري جي هر ڪنڊ ڏٺم ته متان ڪا شئي وساري ته نه رهيو آهيان. جڏهن ڪا شئي نه ملي ته دريءَ وٽ وڃي ويٺس.

صبح جو منظر اداس ۽ خنڪ هو. لوهار جو سڙيل دوڪان ۽ اڱڻ، جتي ڪپڙا سُڪايا ويندا هئا، ڪٿي ڪير به ڏسڻ ۾ نه ٿي آيو. آئون ان ماحول کان چڱي طرح واقف هئس. ۽ دريءَ کان هٽي ويس. پنهنجو ڪمبل ڪڇ ۾ دٻايم ۽ لائٽ هائوس جي ڊئريڪٽر جي اشتهار ۽ مس اينڊرسن جي اشتهار کي الوداع چئي، دروازي ڏانهن وڌيس. اوچتو مون کي گهر ڏيکاڻيءَ جو خيال آيو. مون ڪيس اطلاع ڏيڻ ٿي چاهيو ته جيئن هوءَ محسوس ڪري ته هن جو هڪ ديانتدار شخص سان واسطو پيو هو.

مون چاهيو ٿي ته، هن جو ٿورو مڃان ته بنا مسواڙ ڏيڻ جي مون ڪجهه ڏينهن هن جو ڪمرو استعمال ڪيو هو. ان يقين جي ڪري ته هاڻ ڪجهه ڏينهن جي لاءِ منهنجي حالت اطمينان جوڳي ٿي ويئي هئي. مون ڪيس ٻه شلنگ ڏيڻ جو وعدو به ڪرڻ ٿي چاهيو. ذهن ۾ اهو خيال هئم ته ڪنهن ڏينهن اچي هن سان سچو مامرو طئي ڪري ويندس. تنهن کان سواءِ مٿس اهو به ثابت ڪرڻ ٿي چاهيم ته هن جي ڪمري جي ڇت جي هيٺان ڪهڙو صاف گو ۽ سنئون سڌو ماڻهون رهندو هو. مون اهي سڀ ڳالهيون هڪ ڪاغذ تي لکيون ۽ اهو ڪاغذ ميز تي رکيو.

مون ويندي ويندي، هڪ ڀيرو ٻيهر بيهي، دروازي ڏانهن مڙيس. نئين سري کان زندگي ملي وڃڻ جي دلڪش خيال مون کي پاڻ ڏانهن متوجه ڪري ورتو هو. مون ڪائنات جي خالق جو ٿورو مڃيو ۽ پلنگ وٽ گوڏن ڀر جهڪي ويس.

مـون بلند آواز ۾، خدا جي سـاراهه ۽ ثـنا ڪئي. اڄ خدا مـون تـي

ڪيترو نہ مهربان هو. مون چڱي طرح ڄاتو ٿي تہ اها خوشي، جيڪا هن وقت آئون محسوس ڪري رهيو هئس، سا آسماني طاقت جي بخشيل آهي. مون ڪلهہ جيڪو فرياد ڪيو هو، اهو ٻڌو ويو آهي ۽ ان جي عيوض اڄ مون کي هي تحفو عطا ٿيو آهي. مون دل ۾ چيو:

"بيشڪ اهو خدا ٿي آهي... اهو خدا ٿي آهي." اهي لفظ چوندي، منهنجا لڙڪ وهي پيا. آئون ڪن ڏيئي ٻڌڻ لڳس، تہ ڏاڪڻين کان ڪنهن جي اچڻ جو آواز تہ نہ پيو اچي. نيٺ آئون اٿيس ۽ هلڻ جي لاءِ تيار ٿي ويس. آئون دٻيل پيرن سان ڏاڪڻين طرف وڌيس ۽ ڪنهن سان منهان منهن ٿيڻ بنا، ماٺڙي ڪري هيٺ لهي آيس.

صبح جو مينهن پيو هو. ان جي ڪري بازار ۾ ٿوري ترڪڻ هئي. جهڙالو آسمان شهر جي مٿان جهڪيل هو. اُس جو نالو نشان بہ ، هو. آئون حيران هئس تہ نجاڻ اڄوڪو ڏينهن منهنجي زندگيءَ ۾ ڪهڙو سامان آڻيندو. آئون معمول موجب ٿاڻون هال طرف هلڻ لڳس. گهڙيال تي نظر وڌم تہ ساڍا اٺ ٿيا هئا. اڃان مون کي ڪجهہ ڪلاڪ هيڏانهن هوڏانهن گهمي ڦري گذارڻا هئا. ڇو تہ ڪنهن بہ اخبار جي دفتر ۾ ڏهين کان اڳ وڃڻ بيڪار هو. مون کي ائين ٿي گهمي ڦري، اهو سوچڻون هو تہ ناشتي جي لاءِ ڪهڙو طريقو اختيار ڪيو وڃي. اڄ مون بکيو سمهڻ نہ ٿي چاهيو. خدا جي فضل سان اهو وقت گذري چڪو هو، جڏهن مون کي بکيو رهڻ جو ڊپ هو. اهو هاڻ هڪ خواب هو. گهمڻ ڦرڻ جي دوران منهنجي ڪڇ ۾ دٻيل سائو ڪمبل مون کي تنگ ڪري رهيو هو. ماٺهو ڇا چوندا. آئون سوچڻ لڳس. نيٺ هن ڪمبل کي ڪٿي رکان؟ خيال آيم تہ ڪنهن دڪان ۾ وڃي، ڪنهن ڪاغذ ۾ ويڙهي وٺان. ائين خراب بہ نہ لڳندو ۽ مون کي ڪنهن جي اڳيان ڦڪو بہ نہ ٿيڻون پوندو. مون هڪ دڪاندار وٽ وڃي، ان جي اڳيان پنهنجو مطلب بيان ڪيو. هو حيران ٿي مون کي ڏسڻ لڳو ۽ پنهنجي ڳلهن کي جهٽڪو ڏيئي خاموش ٿي ويو. مون کي هن جي رويي تي ڪجهہ چڙ اچڻ لڳي. مون ڪمبل هن ڏانهن وڌائيندي چيو، "ياءُ! هن ڪمبل ۾ شيشي جا ٿانو ويڙهيل آهن. ٿورو احتياط سان ٻڌي ڏي. هي پارسل سمرنا موڪلڻون آهي." منهنجي ڳالهہ جو

هن تي گهرو اثر پيو ۽ هن جي اشاري تي نوڪر ڪمبل کي ڪاغذ ۾ ويڙهڻ لڳو. هاڻي هن جي انداز ۾ معذرت هئي. جڻ چوڻ تي چاهيائين تہ ڪيس خبر نہ هئي تہ ڪمبل ۾ ڪجهہ قيمتي شيون ويڙهيل آهن. چوڪرو ڪمبل کي ويڙهي دڪان جي دروازي تي ويهي رهيو. مون هن جي مهرباني مڃي. چوڪري مون کي جهڪي بہ پيرا سلام ڪيو. پر مون وٽ سواءِ ٿورو مڃڻ جي ڪيس ڏيڻ جي لاءِ ڪجهہ بہ نہ هو. ان کان پوءِ منديءَ ۾ وچي، مون ماڻهن جي ميڙ ۾ گهمڻ شروع ڪيو. انهن عورتن وٽان لنگهيس، جيڪي ڪوندين ۾ گل وڪڻي رهيون هيون. مان اتي ايئن ئي ڦرڻ لڳس، جڻ انهن ڪوندين مان چونڊ ۾ مصروف هجان. ڪوندين ۾، صبح جا تازا ٽڙيل گلاب مهڪي رهيا هئا. اهي رت جيان ڳاڙها هئا. انهن جو نکريل رنگ مون کي گناهہ جي دعوت ڏيئي رهيو هو تہ آئون جهڙپ ڏيئي اهي ڪٽي اتي پچان. ڪنهن ڪنهن مهل مون انهن جا اگهہ پڇڻ تي شروع ڪيا. ڪاش، ان وقت مون وٽ ايتري رقم هجي ها ۽ آئون انهن مان ڪجهہ خريد ڪري سگهان ها. مون سوچيو، ڪا ڳالهہ ڪانهي. هن وقت منهنجي حالت خراب آهي، پر جلدي ايتري رقم گڏ ڪري وٺندس جو پنهنجي بگڙيل حيثيت سنواري سگهندس.

ڪجهہ دير کان پوءِ آئون اخبار جي دفتر پهچي ويس. ان وقت ڏهہ ٿيا هئا. ڪلارڪ پنهنجا ڪاغذ اٿلائي پٿلائي رهيو هو. ايڊيٽر اڃان نہ آيو هو. ڪلارڪ مون کان منهنجي آمد جو سبب پڇيو. مون پنهنجي مضمون جو مسودو هن جي هٿ ۾ ڏنو ۽ ڪيس اهو باور ڪرايم تہ هي نهايت اهم مسودو آهي ۽ ڪيس هدايت ڪيم تہ ايڊيٽر جي ايندي ئي سندس حوالي ڪج. مون ڪيس چيو تہ آئون ٿوري دير کان پوءِ اچي ايڊيٽر جو فيصلو معلوم ڪندس.

ڪلارڪ وراڻيو، "ٺيڪ آهي." ۽ پوءِ هو پنهنجا ڪاغذ ڏسڻ ۾ مصروف ٿي ويو.

مون محسوس ڪيو تہ ڪلارڪ مون سان بي رخي اختيار ڪري رهيو آهي، پر آئون ڪيس ڪجهہ چوڻ کان سواءِ ڪنڌ ڌوڻي ٻاهر نڪري آيس.

هاڻي مون وٽ ڪافي وقت هو. ڪاش اُس نڪري اچي. موسم حسب تي رهيو هو. هوا بلڪل بند هئي ۽ فضا ۾ گهُٽ بہ هئي. عورتون

ڇتيون ڪٽي هلي ٿري رهيون هيون. مردن جي مٿن تي اوني ٽوپيون نگاهن ۾ عجيب لڳي رهيون هيون.

مون منڊيءَ جو هڪ چڪر هنيو. گلاب جي گلن ۽ ڀاڄين تي هڪ نظر وجهندو، گهمندو رهيس. ايتري ۾ هڪ ڇوڪري اچي منهنجي ڪلهي تي هٿ رکيو ۽ سلام ڪيو. مون سلام جو جواب ڏيئي، مٿس هڪ نظر وڌي. آئون ان ڇوڪري کي سڃاڻندو هئس. پر ڪڏهن به ڏانهنس ڌيان نہ ڏنو هئم. هن منهنجي ڪڇ ۾ صاف ڪاغذن ۾، ٻڌل بنڊل ڏسي، مون کان ان بابت پڇا ڪئي.

مون ڏاڍي اطمينان سان وراڻيو، ”سوٽ جو ڪپڙو آندو اٿم مون خيال ڪيو تہ ڪيستائين پراڻون سوٽ پيو گهليندس. پراڻي سوٽ ۾ ماڻهو فقير ٿو لڳي.“

هن تعجب مان مون ڏانهن ڏٺو ۽ پڇيو،

”ڇگو اهو تہ ٻڌاءِ، تنهنجا ڪهڙا حال آهن؟“

مون وراڻيو، ”حال توقع کان وڌيڪ ٺيڪ آهن.“

پڇيائين، ”تون اڄڪلهہ ڇا پيو ڪرين؟“

مون وراڻيو، ”هڪ ٻڌي جي اڳهہ تي مال وڪرو ڪندڙ وٽ اڪائونٽنٽ آهيان.“

هن چرڪي چيو، ”واقعي! پڪ ڄاڻ تہ مون کي تنهنجي ان ڪاميابيءَ تي بيحد خوشي ٿي آهي. تنهنجي حالت بهتر ٿي سگهي ٿي، پر شرط اهو آهي تہ تون ماڻهن جون ضرورتون پوريون ڪندو ٿرندو نہ وت. ڇگو خدا حافظ.“

ڪجهہ وکون اڳيان هلي، هو پويان مڙيو. پوءِ منهنجي ويجهو اچي، پنهنجي لٺ سان بنڊل طرف اشارو ڪندي چيائين ”جيڪڏهن تون هي سوٽ سبرائڻ چاهين ٿو تہ آئون توکي پنهنجي درزيءَ جو پتو ٻڌايان. انرڪسن ڪان سٺو درزي توکي هن شهر ۾ ٻيو نہ ملندو. تون ڪيس منهنجو حوالو ڏج. بس منهنجو نالو ٻڌائڻ ئي ڪافي آهي.“

اهو ڏُک ڏاڍو ڪڙو هو. جيڪو منهنجي نڙيءَ مان نہ ٿي لهي سگهيو. مون کي بيزاري محسوس ٿي. هي ڪير ٿيندو آهي، منهنجي معاملن ۾

مداخلت ڪرڻ وارو؟ آئون پنهنجو سوٽ ڪهڙي به درزي کان سبرايان، تنهن ۾ هن جو ڇا؟ مون کي ان چوري تي ڏاڍي ڪاوڙ آئي. مون هڪدم ڪيس ياد ڏياريو ته ڪيس منهنجا ڏهه شلنگ واپس ڪرڻا آهن. پر سندس جواب ٻڌڻ کان اڳ ئي، مون کي پنهنجو پاڻ تي افسوس ٿيڻ لڳو ته مون ڪانئس پنهنجي رقم جي گهر ڇو ڪئي. مون کي بيحد ٿڪائي محسوس ٿي ۽ منهنجون نظرون پائمرادو جهڪي ويون. ايتري ۾ هڪ مائي منهنجي پرسان گذري، آئون ڪيس رستو ڏيڻ جي لاءِ، هڪ طرف هٽيس ۽ ان موقعي مان فائدو وٺي هڪ طرف هلڻ لڳس. هاڻي آئون سوچي رهيو هئس ته ايڊيٽر سان ملڻ لاءِ، انتظار جو وقت ڪيئن گذارجي. ڪنهن هوٽل ۾ به وڃي ويهي نه ٿي سگهيس، ڇو ته منهنجا کيسا خالي هئا. منهنجو ڪوبه اهڙو واقفڪار نه هو جنهن وٽ وڃان ها. نيٺ رستن تي ائين ئي گهمندو رهيس ۽ بازارن جا اشتهار پڙهي وقت ڏيان ڪندو رهيس. نيٺ قبرستان ڏانهن هلڻ لڳس. ديول وٽ پهچي هڪ بئنچ تي ويهي رهيس ۽ چپ چاپ ويٺو اوباسيون ڏيڻ لڳس. هاڻي هوا ۾ خنڪي هئي ۽ منهنجو جسم ڪنبڻ لڳو.

اهڙي طرح وقت گذرندو ويو. مون سوچيو، منهنجي لکيل ڪهاڻي واقعي ڪو بهترين ادب ميجي سگهجي ٿو. خدا ڄاڻي ڪهڙي درجي جي آهي، ڪٿي منجهس ڪو نقص ته رهجي ڪونه ويو آهي؟ مون، پنهنجي پرَ ۾ ڏاڍي احتياط سان، سوچي سمجهي لکي آهي، پر خبر ڪونهي ته اها ايڊيٽر کي وڻي به يا نه. ممڪن آهي ته اها سندس نظر ۾، وچولي درجي جي هجي يا مرڳي ڇپڻ جي لائق ئي نه هجي. آئون ان جي باري ۾ ڇا ٿو چئي سگهان. شايد ايڊيٽر اها رديءَ جي ٽوڪريءَ جي حوالي ڪري ڇڏي. انهن خيالن سبب منهنجو اعتماد ڪمزور ٿي ويو. آئون هڪدم اٿيس ۽ قبرستان مان روانو ٿي ويس. مون ايڪسرس گڊن پهچي، هڪ دڪان جي دريءَ مان اندر ڏٺو. ٻارنهن لڳي ڪجهه منٽ ٿيا هئا. منهنجو خيال هو ته چئين بجي کان اڳ ايڊيٽر سان ملڻ بيڪار هو. خبر ڪونهي، منهنجي مسودي جو ڪهڙو حشر ٿيو هوندو. آئون غمگين ٿي ويس. مون جيترو پنهنجي مضمون جي باري ۾ سوچيو ٿي، اوترو خيال ٿي آيم ته اهو معمولي قسم جو هوندو. ڇو ته آئون

اوچتو، ايتري بلند پايي جو مضمون ڪيئن ٿي لکي سگهيس. منهنجي مٿان خواب جهڙي ڪيفيت طاري ٿي ويئي ۽ ننڊ جو غلبو ٿيڻ لڳو. مون سوچيو آئون ڇرويرو پنهنجو پاڻ کي دوکو ڏيئي رهيو آهيان ۽ فضول ايترو خوش پيو ٿيان.

آئون تيزيءَ سان بازارن مان گذرندو رهيس. اتان، ڀنين ڏانهن نڪري ويس. لڳو ايئن ٿي تہ ڪجهہ ڏينهن اڳ اهي ڀنيون ڪيڙيون ويون هيون. هڪ پيچرو ڳوٺ طرف ٿي ويو، پر آئون ان جي آخري سري تائين وڃي نہ ٿي سگهيس. هلندي هلندي منهنجو سڄو بت گرم ٿي ويو هو. آئون اتان هوريان هوريان هلندو ڀيهر شهر طرف موٽي آيس. رستي ۾ مون کي گاهہ سان ڀريل ٻہ ڇڪڙا مليا. انهن تي گاڏر ويٺا مزي سان ڳائي رهيا هئا. هو ڀيئي مٿي اگهاڙا، ڏاڍي بي فڪريءَ سان ويٺل هئا. جڏهن آئون انهن وٽان لنگهيس تہ خيال آيم تہ هي ضرور مون سان مذاق ڪندا، پيو نہ تہ ٻہ، ڪو هڪ اڌ ٽوڪ وارو جملو ضرور چوندا. آئون احتياط سان انهن جي وڏيڪ ويجهو ٿي ويس. انهن مان هڪ مون کان پڇيو، ”اڙي هي ڪڇ ۾ ڇا اٿئي؟“

مون ورائيو، ”ڪمبل آهي!“

ٻي پڇيو، ”هينئر ٽائيم گهڻون ٿيو آهي؟“

مون ورائيو، ”صحيح خبر ڪونہ اٿم، باقي ٽي ڪن ٿيا هوندا.“

هو ٻئي کلندا اڳيان وڌي ويا. ويندي مهل، انهن مان ڪنهن هڪ منهنجي ڪن جي ويجهو ڇهڪ هنيو، منهنجي ٽوپي ڪري پيئي. مون جلدي اها پٽ تان کنئي ۽ ڪن مهٽڻ لڳس. ۽ اڳيان وڌندو ويس. ٽڪريءَ تان لهندي، مون کي هڪ شخص مليو، جنهن کان ٽائيم پڇيم، هن چار ٻڌايو. آئون تکو تکو هلڻ لڳس، ڪنهن ڪنهن مهل تہ ڊوڙڻ بہ ٿي لڳس. مون جلدي اخبار جي آفيس پهچڻ ٿي چاهيو. منهنجو خيال هو، ايڊيٽر اچي ويو هوندو. رستي ۾ ڪيترن ئي واٽهڙن سان ٽڪرايس، ڪارن جي منهن ۾ ايندي ايندي بچيس ۽ آفيس پهچي چار چار ڏاڪڻيون چڙهندو مٿي پهتس ۽ آفيس جو در کڙڪايم. پر ڪوبہ جواب نہ مليو. مون سوچيو، ”شايد! ايڊيٽر هليو ويو آهي. آفيس ۾ ڪونهي.“ دروازو کليل هو، مون ڀيهر کڙڪايو ۽ اندر هليو ويس. ايڊيٽر ميز جي سامهون ويٺو هو. هن جو منهن دريءَ ڏانهن هو ۽ هٿ ۾

پڻ ڪٽي ڪجھ لکي رهيو هو. مون کيس سلام ڪيو، هن مڙي مون ڏانهن ڏٺو ۽ مون تي هڪ تيز نگاهہ وجهندي، ڪنڌ ڌوڻنيدي چيو، ”مون کي تنهنجو مضمون پڙهڻ جو وقت نہ مليو آهي.“ اهو ٻڌي مون کي خوشي ٿي تہ هن اڃان منهنجو مضمون رد نہ ڪيو آهي.

مون ورائيو، ”اهڙي بہ ڪهڙي تڪڙ آهي، اوهان اطمينان سان پڙهجو.“ هن ورائيو، ”ٺيڪ آهي، مضمون تي تنهنجو پتو لکيل آهي، آئون اطلاع ڪري ڇڏيندس.“

پر هاڻ تہ منهنجو ڪو بہ پتو ڪونہ هو. مان تڪڙ ۾ کيس اهو ٻڌائڻ وساري ويٺس ۽ واپس هليو آيس. پر منهنجي اميد قائم هئي تہ اڃان ڪجھ بہ ناهي بگڙيو. ڪاميابيءَ جي اميد تہ هئي. آئون خيالن جي ان ٻڏتر ۾ هئس. مون پنهنجي تصور ۾ فيصلو ڪيو تہ آئون ضرور ڪامياب ويندس. ۽ مون کي ان مضمون جو ڏهہ شلنگ معاوضو ملندو.

پر ان جي باوجود بہ آئون اڄ رات ڪٿي گذاريندس. آئون سوچڻ لڳس تہ ڪٿي ڪٿي وڃي سگهان ٿو؟ ان سوچ ۾ اهڙو تہ گم ٿيس، جو بلڪل رستي جي وچ ۾ بيهي رهيس ۽ اهو بلڪل وساري ويٺس تہ آئون هن وقت ڪٿي آهيان. منهنجي حالت ان ساموندي ٽڪريءَ جهڙي هئي، جنهن سان لهرون ٽڪرائجي رهيون هيون. ايتري ۾ هڪ اخبار فروش ڇوڪري، اخبار اڳيان وڌائيندي چيو، ”پڙهي تہ ڏسو سائين!“

آئون کيس ڏسي، پنهنجي خواب مان ٻاهر نڪتس. هاڻي آئون ان دڪان جي سامهون بيٺو هئس، جنهن کان مون ڪمبل ڪاغذ ۾ ويڙهايو هو. آئون جلدي ڪاپي پاسي مڙي ويس. بنڊل اڃان تائين منهنجي ڪڇ ۾ هو. مون کي ان خيال کان ڦڪائي ٿيڻ لڳي تہ ڪٿي دڪاندار، مون کي بينڊل ڏسي نہ ورتو هجي.

ٿيئٽر جي سامهون لنگهي، آئون سمنڊ جي ڪناري آيس. ويجهو هڪ محل هو. اتي هڪ خالي بئنچ هئي. آئون اتي آرام سان ويهي سوچڻ لڳس تہ رات گذارڻ جو نڪاڻون ڪٿي ملي سگهي ٿو. آئون سوچڻ لڳس، ڪٿي ڪا غار ملي وڃي تہ ان ۾ لڪي وڃان. ۽ رات گذاريان. منهنجي خودداريءَ جي تقاضا اها هئي تہ هاڻي ٻيهر ڪمري ۾ نہ وڃان، ڇو تہ آئون جيڪو ڪجھ

لکي آيو هئس، ان جي خلاف ورزي ڪرڻ ڪان مون کي نفرت هئي. انسان کي پنهنجي ڳالهه تان ڦرڻ نـ گهرجي. ان وچ ۾، مون کي ڪمري ۾ پيل ڦرندڙ ڪرسيءَ جو خيال آيو تـ منهنجي چپن تي زهر پکڙجي ويو. پوءِ مون کي ان ڪان اڳ وارو ڪمرو ياد آيو، جتي آئون رهيو هئس. اتي ميز تي مکڻ سان مکيل ماني هر وقت پيئي هوندي هئي ۽ ڳائي گوشت جو پڳل چانپون منهنجي نگاهن اڳيان ڦري ويون. منهنجي نظرن اڳيان چاندي جو چمچو، ڌوتل صاف ۽ سترو نيپڪن ۽ چمڪندڙ ميز اچي ويئي. جتان مالڪياڻي چانهه ڪٽي اندر گهڙندي هئي. ڪيترو نـ فضول منظر ۽ واهيات خيال هو. مون کي ياد آيو تـ آئون جيڪڏهن مانيءَ جي باري ۾ سوچيندس تـ مون تي ڳهر طاري ٿي ويندي ۽ آئون بيهر خيالن جي هجوم ۾ گرفتار ٿي ويندس. تنهن ڪري مون مانيءَ جو خيال دل مان ڪڍي ڇڏيو ۽ اهو سوچڻ لڳس تـ رات ڪٿي گذاريان، جيڪڏهن ڪٿي ڪو ٺڪاڻو نـ مليو تـ رات ٻيلي ۾ وڃي گذاريندس. ايترو سيءُ بـ ڪونهي. شهر کان ٻاهر ڪٿي تـ جڳهه ملي ويندي. منهنجي سامهون سمنڊ سڌل هو. ان جي سطح تي ٻيڙيون ۽ جهاز تري رهيا هئا ۽ انهن جون روشنيون ڇٽني ڏسائن وکرنديون نظر اچي رهيون هيون. جهازن جي چمنين مان دونهن اڏي رهيو هو ۽ انجڻ جو آواز فضا ۾ گونجي رهيو هو. سج لهي چڪو هو ۽ هوا ۾ خنڪي هئي. منهنجي پيريان جيڪي وڻ هئا سي پنل هئا. جنهن بئنچ تي ويٺو هئس، اها بـ پڃي چڪي هئي. اهڙي طرح وقت گذرندو ويو ۽ آئون جهوٽا کائڻ لڳس. چو تـ آئون گهڻو ٿڪي چڪو هئس. منهنجون اکيون بند ٿيڻ لڳيون ۽ آئون سمهي رهيس.

ڪجهه دير کان پوءِ، منهنجي اک کُلي تـ چوڌاري اونده انڌوڪار ڇانيل هئي. آئون گهبرائجي اٿي ويهي رهيس. منهنجو سڄو بدن نري ڳگ ٿي چڪو هو. نيٺ مون ڪمبل جو بنڊل کنيو ۽ هلڻ لڳس. آئون تکو تکو هلڻ لڳس تـ جيئن منهنجي جسم ۾ گرمي اچي وڃي. مون ٻانهن ۽ ڪراين کي زور زور سان مهٽڻ شروع ڪيو، جيئن ڪجهه گرم ٿين. هلندي هلندي آئون فائربريگيڊ اسٽيشن تائين پهچي ويس. هاڻي رات جا نوَ ٿي رهيا هئا. سوچڻ لڳس تـ هاڻ ڇا ڪريان؟ نيٺ مون کي ڪٿي تـ وڃڻ کپي. آئون اهڙي طرح

بينو اسٽيشن کي تڪيندو رهيس. ۽ سوچڻ لڳس، چوڪيدار ئي طرف مڙي ته آئون مات ڪري اندر گهڙي وڃان. آئون هوريان هوريان اسٽيشن جون ڏاڪڻيون چڙهي ويس ۽ چوڪيدار کي ڳالهين ۾ لڳائڻ جو ارادو ڪرڻ لڳس. هن پنهنجو تيشو کنيو ۽ مون کي سلام ڪيو. هو اوسيئڙو ڪرڻ لڳو ته آئون ڪيس ڇا ٿو چوان. هن جي تيشي جو رخ مون ڏانهن هو: منهنجي جسم ۾ ڪنبڻي پکڙجي ويئي ۽ منهنجي زبان مان هڪ لفظ به نڪري نه سگهيو. آئون غير ارادي طور تي پويان هٽي ويس ۽ تڪڙيون وکون کڻندو هن کان پري هليو ويس. منهنجو هٿ پيشانيءَ تي رکيل هو، جيئن مون کي ڪو سجائي نه سگهي ۽ اهو سمجهي ته آئون ڪنهن جڳهه جي ڳولا ۾ آهيان. هلندي هلندي، آئون پنڙيءَ تائين پهتس ته منهنجا هوش ۽ حواس بحال ٿيا ۽ دل ئي دل ۾ هڪ مصيبت جي ٽري وڃڻ تي شڪر ڪرڻ لڳس. تنهن کان پوءِ مان بکيو اُڃيو، سرديءَ ۾ ڏڪندو 'ڪارتوجون اسٽريٽ' مان لنگهيس ۽ بدشد ڳالهيون بڪڻ لڳس. مون کي ان ڳالهه جي بلڪل پرواهه نه هئي ته منهنجون گاريون ڪير ٿو ٻڌي. پارليامينٽ هائوس تائين پهچي، مون کي ياد آيو ته هتي مون هڪ پيري هڪ مصور کي حملي کان بچايو هو. پوءِ، هن سان منهنجي ملاقات تي هئي. ان خيال سان مون کي خوشي ٿيڻ لڳي ۽ آئون پنهنجي آڱرين مان ٽڪا ڪڍڻ لڳس. تنهن کان پوءِ، ان مصور جي ڏنل پتي تي، سندس گهر طرف هلڻ لڳس.

اتي پهچي، مون هن جي گهر جي در تي لڳل نالي جي تختيءَ تان هن جو نالو پڙهيو ۽ دروازو کڙڪايم. هن پاڻ اچي دروازو کوليو. مون سلام ڪيو، هن سلام جو جواب ڏيندي چيو، "تون ڏاڍي دير ڪري آيو آهين. روشني ايتري ته گهٽ آهي جو تصوير چڱي طرح ڏسڻ ۾ نه ايندي. گهڻي سهائيءَ ۾ ڏسڻ جي ضرورت آهي." مون کي ڪابه خبر نه هئي، ته هو ڪهڙي تصوير جو ذڪر ڪري رهيو آهي، پر مون چيو، "نه نه! مان هينئر ئي ڏسڻ ٿو چاهيان."

هن وراڻيو، "هن وقت ته ممڪن ڪونهي، سڄي تصوير توکي هڪڙي رنگ جو گولو نظر ايندي. اهڙي تصوير مان نه ٿو ڏيکاري سگهان.... تنهن کان سواءِ هڪ ٻي به ڳالهه آهي". هن هلڪو ٽهڪ ڏنو. "هن مهل مون وٽ

منهنجي سنگتياڻي ويئي آهي... ان ڪري آئون تصوير ڏيکاري نہ ٿو سگهان."
مون وراڻيو، "جيڪڏهن اها ڳالهہ آهي تہ پوءِ سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي."
۽ آئون کيس 'خدا حافظ' چئي، اتان روانو ٿي ويس. هاڻي منهنجي خيال ۾، ڪابہ اهڙي جڳهہ نہ هئي، جتي وڃي سگهيس ٿي. نيٺ آئون ٻيلي طرف روانو ٿي ويس. سڄو پنڌ، اها دعا گهرندو رهيس تہ شل پٽ آلو نہ هجي. مون پنهنجي ڪمبل جي بنڊل تي هٿ ڦيريو. ڪليل فضا ۾ سمهڻ جي خيال سان منهنجي من ۾ فرحت پيدا ٿي ويئي. مون هرويرو، ايترو وقت، ان سوچ ويچار ۾ وڃايو تہ رات ڪٿي گذاريان. بهرحال، هاڻ آئون گهڻي حد تائين مطمئن هئس ۽ بازارين ۾ گهمڻ لڳس. هاڻي منهنجو ذهن بلڪل صاف ۽ خالي هو. 'هاج هاگن اسٽريٽ' مان لنگهندي مون کي هڪ بيڪري نظر آئي. سامهون دريءَ مان، اهڙ ڳٽيون ڪاڏي جون شيون ٺهيل جڙيل اتي نظر آيون. مٺي ڊبل روٽيءَ وٽ هڪ ٻلي ويٺي، جهوٽا کائي رهي هئي. آئون ڪجھ دير تائين اتي بيٺو انهن شين کي تڪيندو رهيس. مون وٽ انهن کي خريد ڪرڻ لاءِ هڪ ڪوڏي بہ ڪانہ هئي. مان اتان مُڙيس ۽ هيڏانهن هوڏانهن ڦرڻ لڳس. لڳو ائين ٿي، جڻ آئون ڪلاڪن تائين گهمندو رهيو هئس. آخرڪار، آئون 'باگ اسٽڊ' جي ٻيلي ۾ وڃي پهتس ۽ رستي وٽان هٽي، هڪ مناسب هنڌ ڳولهڻ لڳس. مون هِتان هُتان ڪجهہ ڪک پن گڏ ڪيا، جيئن انهن مان هنڌ ٺاهي سگهان. پوءِ بنڊل کولي پنهنجو ڪمبل ڪڍي ليٽي پيس. ۽ ڪافي دير تائين پاسا ورائيندو رهيس. پوءِ مس مس وڃي سڪون آيم. منهنجي ڪن وٽ سور ٿي رهيو هو، گاڏر جي ڇهڪ جي ڌڪ سبب ڪافي سوڄ چڙهي ويئي هئي، جنهن جي ڪري، مان پاسو ورائي نہ ٿي سگهيس. مون پنهنجا بوٽ لاٿا ۽ انهن جو وهاڻون ٺاهي. مٿي جي هيٺان رکيم. ٿوري دير کان پوءِ آئون اوندهہ جي ڪاري ڪفن ۾ گم ٿي ويس. چوڌاري چپ چپات لڳي پيئي هئي. پر بلندين تي هوا جي 'سائين سائين' پنهنجا ابدي گيت آلاپي رهي هئي. آئون ان مڌر ۽ سُريلي آواز کي ڪجھ دير تائين ڪنائيندو رهيس. تارا ڳائي رهيا هئا. مون کي خيال آيو، "ڪٿي هي ڇپري جي ٻولڻ جو آواز تہ ڪونهي." ۽ مون کي بي اختيار کل اچي ويئي. پوءِ آئون اتي ٻيلي جي اُداس فضا ۾ گهمڻ لڳس. پر

جلد ئي بيزار ٿي ليٽي پيس. پرهہ ڦٽيءَ تائين، ڊپ ۽ ڪاوڙ سان وڙهندو رهيس. تنهن کان پوءِ ننڊ اچي ويم ۽ جڏهن اک کليم تہ چٽني ڏسائن روشني پکڙيل هئي، منجهند جو وقت ٿي چڪو هو.

مون جلدي اٿي پنهنجا بوٽ پاتا. ڪمبل جو پارسل ٺاهيم ۽ ڪڇ ۾ هٽي، شهر ڏانهن روانو ٿي ويس. سج ڪڪرن ۾ لڪيل هو ۽ آئون پنل ڪتي جيان ٿڙڪي رهيو هئس. منهنجا پير پٿون ٿي چڪا هئا ۽ اکين مان پاڻي وهي رهيو هو. ڏينهن جي روشنيءَ ۾ اهي ڪيريون ٿي رهيون هيون.

اهڙي طرح گهمندي ڦرندي منجهند جا ٽي ٿي ويا. مون کي هاڻ شدت سان بک لڳي رهي هئي. جنهن جي ڪري مون تي غشي طاري هئي. مون ڪيترا پيرا پاڻ کي سنڀاليو ۽ هاڻ آئون هڪ معمولي هوٽل طرف هلڻ لڳس. دروازي تي ٽنگيل شين جي فهرست ۽ اگهہ ڏسي، ڪلها ايئن مٽي ڪنيم، ڇڻ ڳئون يا سور جو گوشت مون کي وٽندو ئي ڪونهي. تنهن کان پوءِ آئون ريلوي اسٽيشن ڏانهن هلڻ لڳس.

منهنجي خيالن ۾ هلچل مچيل هئي. آئون ٿڙي ٿاٻڙي رهيو هئس. ۽ منهنجي حالت بگڙجندي پي ويئي. نيٺ آئون ريلوي اسٽيشن جي ڏاڪڻين تي ويهي رهيس. ان وقت منهنجي ڪيفيت بيان لائق نہ هئي. ايئن ٿي لڳو، ڇڻ منهنجي اندر ڪا شئي ڦاٽي پيئي آهي. بظاهر تہ آئون هوش ۽ حواس ۾ هئس، سامهون ڪو واقفڪار لنگهيو ٿي تہ اهو بہ سڃاڻي ٿي ورتم. پر هاڻ منهنجي حالت خراب هئي. شايد منهنجو اهو حال، پيلي ۾ آلي پٽ تي سمهڻ جي ڪري ٿيو هو يا وري بہ ڏينهن فاقو ڪرڻ جي ڪري. مون سوچيو، ان حالت ۾ جيئڻ بہ ڪو جيئڻ آهي. نيٺ بہ تہ مون اهڙو ڪهڙو ڏوهہ ڪيو آهي، جنهن جي هيڏي ڪڙي سزا ڀوڳي رهيو آهيان.

اوچتو مون کي خيال آيو، آئون ڇو نہ داداگيريءَ جي زندگي اختيار ڪيان، پنهنجو ڪمبل کڻي، پنهنجي چاچي وٽ هليو وڃان. شايد هو، ان ڪمبل جي عيوض ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏيئي. هڪ شلنگ ملي وڃي تہ بہ غنيمت آهي. جنهن مان ٻن ٽن وقتن جي ماني تہ کائي سگهان ٿو. جيستائين ڪا ٺئين تدبير نہ سُجهيم. تيستائين تہ جيئرو رهان.

آئون گروي رکڻ واري دڪان ڏانهن روانو ٿي ويس. پر در وٽ پهچي ٻاهر بيهي رهيس ۽ ڪمبل گروي رکڻ جو ارادو لاهي ڇڏيم ۽ اتان واپس موٽي آيس.

ان دڪان کان پري ٿيندي ئي مون کي خوشي محسوس ٿيڻ لڳي. جو، مون پنهنجي وقتي ڪمزوريءَ تي قابو پائي ورتو هو. ديانتداري جي خيال سببان، مون کي پنهنجي دل جي پاڪائيءَ جو خيال ٿيڻ لڳو. مون کي پنهنجو وجود هڪ چٽن ڪنڊن واري چادر معلوم ٿيڻ لڳو. جنهن کي انساني آلودگيءَ، ڪنهن ڪڏ ۾ اڇلي ڇڏيو هو. مون هڪ ٻن وقتن جي مانيءَ جي لاءِ، ڪنهن ٻي شخص جي شئي گروي رکي، پنهنجي روح کي آلودو ڪرڻ چاهيو. پر منهنجي ضمير اهو گوارا نہ ڪيو، آئون ان قسم جي چريائپ هرگز نہ ٿي ڪري سگهيس. مون پنهنجي باري ۾ ويچاريو، جيتوڻيڪ منهنجي مٿي ۾ سخت سور هو. پر آئون هر سوال جو سولائيءَ سان جواب ڏيئي ٿي سگهيس. مون کي هڪ ٻي شخص جي امانت ڪمبل ٽڪائي ڇڏيو هو.

مون سوچيو، وقت اچڻ تي ڪونہ ڪو رستو نڪري پوندو. مثال طور: جنرل اسٽور جو مالڪ. مون ڪيس جڏهن کان درخواست موڪلي هئي، خبر ئي ڪانہ ورتي هيم. آئون اوسيئڙي ۾ هئس، تہ هن جي طرفان مون کي پاڻ مرادو نوڪريءَ جي خوشخبري ملي، جيڪڏهن مون هن طرف ڏيان ڏريو هجي ها تہ شايد مون کي مايوسي نہ ٿئي ها. نيٺ، آئون ان وٽ پاڻ هلي ڇو نہ ويس. پوءِ مون کي خيال آيو تہ. جيڪا شئي ملڻ واري هوندي آهي تہ پاڻ ئي ملي ويندي آهي.

اهو سوچي، آئون جنرل اسٽور طرف وڃڻ لڳس. شايد هن ڀيري قسمت مون تي مهربان ٿئي. قسمت جا کيل بہ نرالا هوندا آهن. منهنجي دماغ ۾ وسوسا شروع ٿي ويا. ان دوڪاندار وٽ وڃي، ڪيس ڇا چوندس؟ ممڪن آهي تہ هو هڪ نيڪ دل شخص هجي ۽ هن کي مون تي ڪهل اچي وڃي، ۽ هو بنا گهرڻ جي مون کي هڪ شلنگ بيانو ڏي ۽ نوڪر بہ ڪري رکي. انهن ماڻهن جي موڊ ۽ مزاج جو بہ ڪو پتو نہ پوندو آهي.

آئون دوڪان تي وڃي، دروازي وٽ بيهي رهيس ۽ پنهنجي پتلون جا گهنج ۽ لڳل مٽي ٽڪ هٽي مهٽڻ لڳس، جيئن اها ڪجهہ بهتر نظر اچي. پوءِ

مون دڪان جي هڪ پاسي پنهنجي ڪمبل جو بنڊل رکيو ۽ اندر هليو ويس. سامهون هڪ همراه پراڻين اخبارن جا لفافا ٺاهي، انهن تي لئي هڻي رهيو هو. مون کيس چيو، "مان مسٽر ڪرسٽي سان ملڻ آيو آهيان."

هن وراڻيو، "ها، چئو... آئون ئي ڪرسٽي آهيان." مون جلدي کيس پنهنجو نالو ٻڌايو ۽ پنهنجي درخواست جو ذڪر ڪندي چيو، "شايد آئون اوهان جي ڪا خدمت ڪري سگهان." هن منهنجو نالو ورجايو ۽ پوءِ ٽهڪ ڏيئي کلڻ لڳو.

هن ڪوٽ جي کيسي مان منهنجي درخواست ڪڍي ۽ چوڻ لڳو، "ڏسو نہ! اوهين هيڏانهن منهنجي ويجهو اچو. اوهان خط وغيره لکندي تاريخن ۾ ڪافي گڙ ٻڙ ڪريو ٿا... هيءَ ڏسو، اوهان جي لکيل تاريخ ٿورو ڌيان سان ڏسو 1848ع" اهو چئي هو زور زور سان کلڻ لڳو.

آئون کيس ڏسي ڦڪو ٿيڻ لڳس. واقعي منهنجي غلطي هئي. آئون هڪ سئو سال پراڻو سن لکي ويو هئس. مون چيو: "معاف ڪجو، پل ۾ ائين ٿي ويو هوندو، آئون پنهنجي غلطي مڃان ٿو."

هن چيو، "مون وٽ هڪ شخص موجود آهي، جيڪو حساب ڪتاب ۾ ڪڏهن بہ غلطي نہ ٿو ڪري. تنهنجا اکر ڏاڍا سٺا آهن. آئون واڪاڻ ڪرڻ کان سواءِ رهي نہ ٿو سگهان. خط بہ مون کي وڻيو... پر مون کي افسوس آهي تہ...."

آئون خاموش رهيس. آئون سمجهي رهيو هئس تہ هو آخري فيصلو ٻڌائڻ ۾ هٻڪي رهيو آهي. تنهن کان پوءِ هو وري لفافا ٺاهڻ لڳو.

"اها منهنجي بدقسمتي چئبي... بهرحال آئينده آئون اهڙي غلطي ڪڏهن بہ نہ ڪندس ۽ اها غلطي بہ بنهہ معمولي آهي... ان مان اهو مطلب وٺي نہ ٿو سگهجي تہ آئون حساب ڪتاب ۾ صفا ڪچو آهيان." مون چيو.

هن وراڻيو، "منهنجو مطلب اهو ڪونهي... پر اوهان جي غلطيءَ جو نتيجو اهو نڪتو، جو مون فوري طور تي پيو ماٺهون رکي ڇڏيو."

"هونهہ! تہ اها جڳهہ بہ پرجي ويئي."

"ها بلڪل."

مون ڏند ڪرٽيندي چيو. ”پوءِ تہ سوال ئي پيدا نہ ٿو ٿئي، جو ماڻهوءَ جو بندوبست ٿي ويو.“

”مون کي افسوس آهي... پر....“ هو چوڻ لڳو.

مون کي ڪاوڙ اچي ويئي. ڪيس سلام ڪري، مڙيس ۽ پنهنجو ڪمبل ڪٺي دڪان مان ٻاهر نڪري آيس. آئون تڪو تڪو هلڻ لڳس، ايترو تڪو جو ڪو وانهڙو مون سان ٽڪرجي پوي تہ ڪر ڪري پوي. ۽ اهو ئي ٿيو. هڪ شخص سان آئون ٽڪرائجي پيس. هو بيهي رهيو. شايد هن منهنجي ان حرڪت تي مون کي دٻ پٽڻ ٿي چاهي. آئون رڙ ڪري مڙيس ۽ ڪيس هڪ گار ڏنم. منهنجون مُٺيون ڀڪوڙجي ويون ۽ مون مُڪو تاڻي هن جي نڪ تي وهائي ڪڍيو. آئون ڪاوڙ ۾ ڏڪي رهيو هئس. تنهنڪري مون ٽيڙ ڪاڍي. هن چوڪ تي بيٺل سپاهيءَ کي سڏيو. مون چاهيو ٿي تہ هو اچي مون کي هٿڪڙيون پهرائي. تنهن ڪري آئون ڄاڻي ٻجهي آهستي آهستي هلڻ لڳس تہ جيئن سپاهي اچي مون کي سولائيءَ سان گرفتار ڪري سگهي، پر هو نہ آيو. ڪڏهن ڪڏهن انسان جون انتهائي ڪوششون بہ بيڪار ثابت ٿينديون آهن. ڀلا ان درخواست تي 1848ع ڪيئن لکي ويو. منهنجي سمجهہ ۾ ڪجهہ بہ نہ آيو ۽ هاڻي سپاهيءَ بہ مون کي ڌوهہ ڪرڻ جي باوجود بہ، گرفتار نہ ڪيو. بلڪہ ڪو اکر بہ ڪين چيو ۽ آئون ٻڪ ۾ پاڻ تي رهيو هئس. منهنجي آنڊن ۾ وٽ پئجي رهيا هئا. آئون جسماني ۽ ذهني طور تي ٿڪجي چور ٿي چڪو هئس. شايد، اهو ئي سبب هو، جو آئون بيڙاين ۾ مبتلا ٿيندو ٻي ويس. نوبت ايستائين اچي پهتي ٿئي، جو هاڻي آئون ڪنهن بہ قسم جي ڦڪائيءَ ڪان سواءِ ڪوڙ بہ ڳالهائي سگهيس ٿي. گهر جي مسواڙ بہ نہ ٻي ڏنم. ٻي جو ڪمبل گروي رکڻ ۾ مون کي ڪا حرج نہ پي محسوس ٿيو. آئون اندر ئي اندر سڙي رهيو هئس ۽ آسماني خدا مون کي ڏسي رهيو هو. آئون باضابطہ طور تي تباهيءَ جي ڏيڻ ۾ گهڙندو ويس ۽ جهنم ۾ شيطان، ان ڳالهہ تي ڏمريو ٻي تہ منهنجي مڪمل تباهيءَ ۾ ايتري دير ڇو پيئي ٿئي. هو لڳاتار اوسيئڙي ۾ هو، تہ آئون ڪو اهڙو گناهہ ڪيان، جيڪو درگذر ڪرڻ جي لائق نہ هجي ۽ خدا مون کي پنهنجي ٻاجهہ کان سدائين جي لاءِ ڌڪي ڇڏي

ڪري ڇڏي.

آئون تڪڙو اڳيان وڌي ڪاٻي پاسي مڙي ويس. ۽ جڏهن مون هوش ۽ حواس درست ڪري ڏٺو تہ هڪ گهر جي عاليشان دروازي تي بيٺو هئس. خبر ناهي ڇو، آئون بنا ڪنهن هبڪ جي، ان عاليشان دروازي ۾ گهڙي، اندر وڃڻ لاءِ ڏاڪڻيون چڙهڻ لڳس. ٻي ماڙ تي پهچي، مون هڪ در جي گهنٽي وڄائي. هڪ نوجوان مائيءَ در کوليو مون کي حيرت مان ڏٺو ۽ چيو، ”اڄ اسان وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي، جيڪو توکي ڏيون.“ ڪيس ڀوري رنگ جو گاؤن پاتل هو، جنهن جون ڪناريون ڪاريون هيون. آئون سوچڻ لڳس، هن عورت جي در تي ڇو آيس. ٽي ماڙ تي ڇو نہ ويس. ۽ هن عورت مون کي فقير ڇو سمجهيو. ڇا واقعي، منهنجي حالت ايتري خراب ٿي ويئي آهي، جو ماڻهون مون کي ڏسي، فقير سمجهڻ لڳن ٿا.

مون اطمينان سان ٽوپي لاهي ڪيس سلام ڪيو ۽ اهو جتائڻ جي ڪوشش ڪيم، ڇڻ مون هن جي ڳالهہ بلڪل ناهي ٻڌي ۽ چيم:

”سائڻ! مون کي افسوس آهي، جو مون ايتري زور سان گهنٽي وڄائي. دراصل مون کي ان بزرگ سان ملڻون هو، جنهن هڪ اهڙي شخص جي ضرورت جو اشتهار ڏنو هو، جيڪو ڪيس گاڏي ۾ ويهاري، ٻاهر گهمائڻ ڦيرائڻ وٺي وڃي.“ عورت ڪجهہ گهڙيون خاموش بيٺي رهي. شايد ڪيس منهنجي ڳالهہ ٻاڌڻ تي حيراني ٿي هجي. پر هن جي انداز ۾ ڪابہ تبديلي ڪانہ آئي ۽ ورائيائين، ”نہ!... هتي اهڙو ڪوبہ بزرگ نہ ٿو رهي.“

مون چيو، ”واقعي، هو انتهائي پوڙهو بزرگ آهي. هن روزانو ڪيس گهمائڻ جو اجورو ڇهہ پنس في ڪلاڪ لکيو آهي.“

”بهرحال، هو هتي نہ ٿو رهي.“ هن ورائيو.

مون چيو، ”آئون معافي ٿو چاهيان... شايد هو هيٺ ٿو رهي، آئون ڪنهن اهڙي شخص جي ڳولا ۾ هئس، جيڪو هن وٽ منهنجي لاءِ سفارش ڪري... مون ان ڪم لاءِ پنهنجو پاڻ کي پيش ڪرڻ ٿي چاهيو. منهنجو نالو ويدل جازنبرگ آهي.“ تنهن کان پوءِ مون نوڙي، مائيءَ کي سلام ڪيو ۽ واپس ورڻ لڳس.

هُن جو منهن ٿڪائيءَ کان ڳاڙهو ٿي ويو ۽ هوءَ هڪي ٻڪي دروازي تي بيٺي مون کي ڏسندي رهي ۽ آئون ڏاڪڻيون لهي، هيٺ هليو آيس.

هاڻي آئون اندر ۾ حد کان وڌيڪ سڪون محسوس ڪري رهيو هئس ۽ منهنجو خالي ذهن هر هر عورت جو اهو جملو ورجائي رهيو هو، "اڄ اسان وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي." آئون اتان هلندو، مولر اسٽريٽ جي ڪنڊ وٽ هڪ هوٽل وٽ بيهي رهيس، اندران ٻُهگل راڻن جي خوشبو اچي رهي هئي. آئون اندر وڃڻ لاءِ دروازي وٽ پهتس، پوءِ ڪجهہ سوچي واپس مڙيس ۽ هلندي هلندي منڊي پهچي ويس. اتي ويهڻ لاءِ ڪا ٿانيڪي جاءِ ڪانہ هئي. ديول جي ڀر سان بہ ڪا خالي بئنچ نہ مليم تہ آئون هيڏانهن هوڏانهن بي مقصد گهمڻ لڳس ۽ مايوسيءَ جي عالم ۾ پنهنجي منهن بڙ بڙ ڪرڻ لڳس ۽ ڦوهاري جي ڀرسان لنگهي، ٻي رستي تي هليو آيس. اتي نلڪي مان ڪجهہ ڍڪ پاڻيءَ جا پي ۽ پوءِ وري هيڏانهن هوڏانهن هلڻ ڦرڻ لڳس. آئون هر دڪان جي سامهون ٿي بيٺس ۽ رستي تان لنگهندڙ هر موٽر ۾ جانچڻ تي لڳس. منهنجي مٿي ۾ جڻ باهہ لڳي رهي هئي ۽ منهنجي ڪن جون پاپڙيون سڙي رهيون هيون. خالي پيٽ ۾ پاڻي اُيامي رهيو هو. نيٺ آئون هلندو هلندو قبرستان پهچي ويس. اتي آئون ڪجهہ دير مٿو ٻانهن تي رکي ليٽي پيس، ايئن مون کي ٿورو آرام مليو. پوءِ اٿي ٿونئين کي پيٽ سان لڳائي ويٺس. سامهون هڪ سنگتراش، پيٽ ڀر ليٽيو، پٿر جي تختيءَ تي ڪي لفظ کوٽي رهيو هو. ڪيس نيري رنگ جي عينڪ پاتل هئي. ان کي ڏسي مون کي پنهنجو هڪ واقفڪار ياد آيو، جنهن کي ڪافي وقت ٿيو هو، جو آئون وساري چڪو هئس.

مون سوچيو، ڪاش هن سان آءٌ پنهنجو حال سَلي سگهان ۽ شرم ۽ حيا پاسيرو رکي، ڪيس سڀ ڪجهہ ٻُڌائي ڇڏيان ها تہ آءٌ بکن وگهي مري رهيو آهيان. مون وٽ ڪائڻ لاءِ ان جو ڪٽو بہ ڪونهي. ڪيس پنهنجي سنوارت واريون ٽڪيٽون ڏيئي ڇڏيان. ٽڪيٽن جو خيال ايندي ئي منهنجي دماغ ۾ هلچل مچي ويئي. مون تڙ تڪڙ ۾ اٿي بيهي پنهنجي کيسن کي ڦولهيو. جڏهن ٽڪيٽون هٿ نہ آيم تہ کيسن کي اٿلائي پٿلائي ڏسڻ لڳس. ان هڻ وٺ ۾ آءٌ پگهر ۾ شل ٿي ويس. نيٺ اندرين کيسن مان ٽڪيٽون نڪري آيون. انهن سان

گڏ، ڪجهه پيا ڪاغذ بہ هئا، جن ۾ ڪي خالي هئا تہ ڪجهہ لکيل. اهي سڀ بيڪار ۽ منهنجي ڪم جا نہ هئا. آءُ سنوارت جي ٽڪيٽن کي ڳڻيندو رهيس، اهي بہ منهنجي ڪم جون نہ هيون، ڇو تہ هاڻ آءُ نامعلوم سببن جي ڪري سنوارت ٺهرائڻ جي حق ۾ نہ هئس. اهي ٽڪيٽون ڪُل ڇهن پينس جون هيون. آءُ ڪنهن بہ ڪيفي ٽيريا جي ٻاهر بيهي، انهن جا خريدار ڳولهي پي سگهيس. ان خيال سان آءُ ڪجهہ دير پنهنجي دل کي وندرائيندو ۽ وقت گذاريندو رهيس. منهنجي سامهون شاهہ بلوط جا وڻ هوا جي سرسراهٽ ڪري لڏي لمي رهيا هئا. مون سوچيو، اڃا بئنڪ جي بند ٿيڻ ۾ ڪجهہ دير آهي ۽ بئنڪ جي ڪلارڪن پوئيان سنوارت جون ٽڪيٽون ڪٽي ڦرڻ ۽ انهن کي خريد ڪرڻ لاءِ منٿ ميڙ ڪرڻ، ڪيڏي نہ مزيدار تفريح آهي. پر پلا، منهنجون پراڻيون، ميريون ۽ مُڙيل ٽڪيٽون ڪير وٺي بہ تہ ڇو؟ ماڻهن وٽ نين ٽڪيٽن جا ٿها موجود هوندا. پر منهنجي ڪيسي ۾ ٻي ڪا اهڙي ڪم جي شئي هئي بہ تہ ڪونہ هئي، جيڪا وڪڻي ٻن وقتن لاءِ پيٽ پوڄا ڪري سگهان. مون سوچيو، ڇو نہ پنهنجي ٽائي وڪڻي ڇڏيان. مون کي اهڙي ٽائيءَ جي ڪهڙي گهرج، ڪوٽ جو ڪالر مٿي ڪري گلو ڍڪي سگهان ٿو. ۽ ڪوٽ جو ڪالر مون اڳ ۾ ئي مٿي ڪري ڇڏيو هو. ڇو تہ مون پنهنجي واسڪوٽي جو ڳروي رکي ڇڏي هئي.

مون ٽائي کولي ۽ انهيءَ مان سر ڪڍڻ لڳس. پوءِ ٽائي ۽ سنوارت جون ٽڪيٽون هڪ سفيد ڪاغذ ۾ ويڙهيم. ۽ ديول جي آڳنڌ مان نڪري اوپلينڊ بئنڪ طرف روانو ٿي ويس.

ٽائون هال جي گهڙيال ۾ ان وقت ست ٿيا هئا. آءُ ڪيفي جي سامهون وڙڪڻ ۽ ماڻهن جي اچ وڃ جو جائزو وٺڻ لڳس تہ جيئن اهڙو ڪو شخص نظر اچي، جنهن سان پنهنجي ٽائيءَ جو سودو ڪري سگهان.

اٺين بجي ڌاري هڪ همراهہ ڪيفيءَ مان ٻاهر نڪتو. هو نوجوان هو ۽ ڪيس سٺا ڪپڙا پاتل هئا. منهنجي دل جي ڌڙڪڻ تيز ٿي ويئي ۽ مون عليڪ سليڪ ڪرڻ کان سواءِ ئي، کيس مخاطب ٿيندي چيو، "دوست! بنهہ سستو سودو ڪري رهيو آهيان. فقط ڇهن پنس ۾!" ۽ ٽڙ تڪڙ ۾ ڪاغذ هن جي

هٿ ۾ ڏنم. هن چرڪي چيو، ”مون وٽ تہ هڪ پيني بہ ڪونهي.“ پوءِ ڪجهہ سوچي چوڻ لڳو، ”ترس! ڏسان ٿو متان تنهنجي ياڳ ۾ پئسا نڪري اچن.“ ۽ هن پنهنجي کيسي مان ٻئون ڪڍي ان کي اٿلائڻ پٿلائڻ شروع ڪيو، ”دوست! دراصل مون رات ٻاهر گذاري آهي ۽ هاڻي کيسا خالي ڪري واپس گهر وڃي رهيو آهيان. پڪ ڄاڻ تہ هن وقت مون وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي.“

مون جلدي چيو، ”ڪا ڳالهہ ڪونهي.“ ۽ هن جي ڳالهہ تي اعتبار ڪري ورتم. هو واقعي سچ چئي رهيو هو، ٿوري ڳالهہ جي لاءِ ڪيس ڪوڙ ڳالهائڻ جي ڪهڙي ضرورت هئي.

مون کي محسوس ٿيو، منهنجي اکين ۾ لڙڪ تري آيا هئا ۽ آءٌ جلدي پويان هٽي ويس ۽ چيم، ”مون کي معاف ڪريو.... دراصل آءٌ بيحد بکايل آهيان.“ تنهن کان پوءِ آءٌ هڪ گهٽيءَ ۾ گهڙي ويس. پر هن مون کي سڏ ڪندي چيو، ”تون پنهنجو ٽڪيٽن جو هي بنڊل تہ کڻيو وڃ.“

مون وراڻي ڏنس، ”اهي اوهان رکي ڇڏيو. هاڻي اهي اوهان جا ٿيا. پلا انهن ۾ منهنجي لاءِ رکيو بہ ڇا آهي... جيتوڻيڪ اهي منهنجي ڪل ڪائنات آهن.“

منهنجو لهجو ايترو تہ نرم هو، جو مون کي خود حيرت ٿي ۽ منهنجي دل پرجي آئي.

ان وقت هوا ۾ تازگي هئي. ڪڪر آسمان تي هڪٻئي جي پٺيان ڊوڙندا لڪ لڪوٽي کيڏي رهيا هئا. جيئن جيئن اوندهہ پکڙجندي ويئي، خنڪي بہ وڌندي ويئي. آئون روئندو هلندو پي ويس. ۽ مون کي پنهنجو پاڻ تي رحم پي آيو. آئون پاڻ مرادو ٻـڙ ٻـڙائڻ لڳس ۽ منهنجي اکين مان لڙڪ وهڻ لڳا.

مون دل ۾ چيو، ”پالڻهار! آئون بہ ڪيترو نہ بدنصيب آهيان.“

وقت هوريان هوريان گذرندو پي ويو. مون چڱو موچارو وقت منڊيءَ ۾ گذاريو. ڪڏهن ڊاڪٽين تي ٿي وينس، تہ ڪنهن محل هڪ دروازي مان نڪري، ٻي دروازي تائين ٿي پهتس. جڏهن ڪو شخص منهنجي پرسان ٿي لنگهيو تہ آئون ماڻهن کي سودو سلف خريد ڪندي ڏسڻ تي لڳس. هو پنهنجا ٻٿون کوليندا ۽ بند ڪندا رهيا. بازار ۾ مون کي هڪ قسم جي پناهہ گاهہ

ملي ويئي. اڄوڪي رات، مون ۾ ٻيلي ۾ سمهڻ ۾ همت ڪانه هئي. مون سوچيو، مون کي حالتن جي وهڪري ۾ وهندو رهڻ کپي ۽ پوءِ ٻيلي ۾ وڃڻ جي لاءِ، ڏکي مسافري ڪرڻي پوي ها. رات ڪٿي به گذاري سگهجي ٿي. ارادو هئم ته جي سيءَ وڌيو ته ديول جي احاطي ۾ وڃي هلڻ ڦرڻ لڳندس. گهٽي فڪر جي ضرورت به ڪهڙي آهي. اهو سوچي پٽ سان ٽيڪ ڏيئي ويهي رهيس ۽ جهونٽا کائڻ لڳس.

هاڻي، منهنجي آسپاس گوڙ ۽ شور گهٽ ٿيڻ لڳو. ماڻهن جي اچ وڃ به گهٽجي ويئي هئي. ٿوري دير کان پوءِ جڏهن مون اکيون اُپٽيون ته ڪنهن کي پنهنجي سامهون بيٺل ڏٺم. هن جي ڪوٽ جي چمڪندڙ بٽڻن مان مون اندازو لڳايو ته ڪو پوليس وارو آهي. مون کي هن جو منهن نظر نه پي آيو. ان مهل مون، هن جو آواز ٻڌو، ”گڊ نائيٽ“ جواب ۾ مون به ورائيو، ”گڊ نائيٽ“.

هن سوال ڪيو، ”تون ڪٿي رهندو آهين؟“

مون کيس پنهنجي پراڻي رهائشگاهه جو پتو ٻڌايو. پر پوءِ به اهو اتي ئي بيٺو رهيو ته مون کانئس پڇيو، ”مون کان ڪو اعتراض جوڳو عمل ته نه ٿيو آهي؟“

”بلڪل نه!... پر منهنجو خيال آهي ته توکي هاڻ پنهنجي گهر وڃڻ کپي. جو هتي سيءَ ۾ تنهنجي بيمار ٿي پوڻ جو انديشو آهي.“ هن ورائيو.

مون چيو، ”اوهين صحيح ٿا چئو.... پوءِ ڀلا موڪلائي!“ ۽ پوءِ آئون پنهنجي پراڻي رهائشگاهه طرف روانو ٿي ويس. مون رستي ۾ سوچيو، جيڪڏهن آئون هوريان هوريان ڏاڪڻيون چڙهندو وڃان، ته مٿي چڙهڻ ۾ ڪا تڪليف ڪانه ٿيندي. ڪل اٺ ڏاڪڻيون ته آهن. انهن مان مٿيون به ڏاڪڻيون ٿورو آواز ڪن ٿيون.

نيٺ آئون چپ چاپ مٿي چڙهڻ لڳس. آسپاس ڪوبه ڪونه هو. مون کي ڪنهن به نه ڏٺو، نه وري ڏاڪڻين جو آواز ٻڌو. هيٺين گهڙيال جي ٽڪ ٽڪ صاف ٻڌڻ ۾ پي آئي. ڪنهن ٻار جي روئڻ جو آواز آيو. ۽ پوءِ ماٺ ڇانئجي ويئي. مون مٿي وڃي، دروازي تي هٿوراڙيون ڏنيون. اندران لڳل ڪنڍي کولڻ جي مون کي ڪافي مشق ٿي چڪي هئي. تنهنڪري مون

هوريان هوريان دروازو کوليو ۽ ڪمري ۾ گهڙي اندران ڪنڊي لڳائي ڇڏيم.

ڪمري ۾، هر شئي پنهنجي جاءِ تي هئي. درين جا پردا ٿورو هٽي ويا هئا. ميز تي هڪ لفافو پيو هو. مون سوچيو، شايد گهر ڏجاٽيءَ مون کي لکيو آهي. پر اهي اکر اُن جا نـ هئا. ڪنهن ٻي جو خط هو. آئون اهو خط کڻي دريءَ جي ويجهو ويس. گهٽ ۾ گهٽ مون ان تي لکيل پنهنجو نالو پڙهي ورتو. اهو پڙهي، مون کي خيال ٿيو تـ گهر جي ڏجاٽيءَ ئي لکيو هوندو، تـ هاڻ آئون ٻيهر ڪڏهن بـ موٽي اچڻ جي تڪليف نـ ڪيان.

آئون هڪ هٿ ۾ بوٽ ۽ ٻي هٿ ۾ ڪپڙا کڻي ڪمري مان ٻاهر نڪري آيس. ڏاڪڻين چر چر ڪئي تـ مون ڏند پيڪوڙي ڇڏيا ۽ هوريان هوريان هيٺ لهي آيس ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر آئون ٻاهر رستي تي بيٺو هئس. مون بوٽ پاتا ۽ اطمينان سان ڪشا ٻڌم. منهنجي هٿ ۾ اڃان بـ اهو خط هو جيڪو رات جو ئي مون کي ٻاهر وٺي آيو هو.

رستي تي بلب جي روشني پکڙيل هئي. آئون روشنيءَ جي هيٺان وڃي بيٺس ۽ ڪمبل جو بنڊل ٿنڀي جي پاڙ وٽ رکيم. پوءِ مون جلدي خط کوليو. ان وقت روشنيءَ جو هڪ ڪرڻو منهنجي من جي گهراين ۾ لهندو محسوس ٿيو. ۽ مون کي خوشيءَ مان رڙ نڪري ويئي.

اهو ايڊيٽر جو خط هو. هن منهنجو افسانو ڇپڻ لاءِ منظور ڪري ورتو هو ۽ هن لکيو هو تـ هن ان ۾ ٿوري ترميم ڪئي آهي. ڪجهـ غلطين کي درست ڪيو آهي. ۽ افساني جي واڪاڻ سان گڏ، معاوضي طور ڏهـ شلنگ بـ گڏ موڪليا هئائين.

آئون حيرت ۽ خوشيءَ جي ڪري ٽينگ ٽپا ڏيڻ لڳس ۽ بي اختيار کلندو رهيس. ان کان پوءِ آئون سڄي رات گهٽين ۾ گهمندو رهيس ۽ ڇپن ۾ پڻ پڻ ڪندي چوندو رهيس، "هي افسانو ساراهـ لائق آهي. ان جو معاوضو ڏهـ شلنگ ڏنو پيو وڃي."

## (2)

ڪيترا هفتا لنگهي ويا، آئون هڪ شام جو گهر مان نڪتس ۽ ديول جي احاطي ۾ ويهي، اخبار جي لاءِ هڪ مقالو لکڻ شروع ڪيم. مون کي، اهو لکڻ ۾ ڪافي ڏکيائي پيش اچي رهي هئي ان وقت رات جا اٺ ٿيا هئا، اونده ڇانئجي ويئي هئي ۽ ديول جو ڦاٽڪ بند ٿيڻ جو وقت ٿي چڪو هو.

مون کي ڏاڍي سخت بک لڳي هئي. ڏهه شلنگ ڪجهه هفتن ۾ ختم ٿي چڪا هئا. ان دوران مون ڏاڍي ڪفايت سان پئسا خرچ ڪيا هئا. پر انهن کي نيٺ به ته ختم ٿيڻو هو. آئون ڪيترن ئي ڏينهن کان بکيو هئس. بک سبب مون تي جڻ غشي طاري هئي ۽ آئون دير تائين پينسل کي چليندي چليندي ڪک ٿي پيو هئس. هاڻ منهنجي کيسي ۾ هڪ پڳل ٽٽل چاقوءَ ۽ چابين جي ڇڳي کان سواءِ ٻيو ڪجهه به نه هو.

ديول جو دروازو بند ٿيو ته مون به گهر وڃڻ چاهيو. منهنجو گهر به ڪهڙو هو؟ هڪ لوهار جي دڪان جو اونداهو ڪمرو. جتي گهڙندي ئي هينئون خراب ٿيڻ ٿي لڳو. لوهار مون کي اتي مفت ۾ رهڻ جي موڪل ڏيئي ڇڏي هئي. آئون ٿڙندو ٿابڙندو روانو ٿيس. مون کي ان ڳالهه جي بلڪل ئي پرواهه نه هئي ته آئون ڪيڏانهن پيو وڃان ۽ ڇو پيو وڃان. آئون ٿائون هال ۽ سمنڊ جي ڪناري وٽان لنگهي، ريل جي پل تي پهتس.

منهنجي دل ۾ ان وقت ڪوبه 'اداس خيال' نه هو. آئون پنهنجي اداسيءَ کي وساري چڪو هئس ۽ سمنڊ جي ڪناري بيٺو ان جي نظاري مان لطف وٺندو رهيس، رات جي اونداهيءَ ۾، سمنڊ نهايت پر سڪون ۽ سهڻو نظر اچي رهيو هو. عادت موجب آئون پنهنجي لکيل مقالي جا ڪجهه جملا ورجائي رهيو هئس ۽ ان مصيبت جي شدت ۾، آئون ان مقالي کي هڪ اهم تخليق محسوس ڪري رهيو هئس.

مون پنهنجي مقالي جو مسودو ڪيسي مان ڪڍيو ۽ اکين جي ويجهو آڻي پڙهڻ لڳس. منهنجي نظر هڪ ڪان ٻي سٽ تي ڊوڙندي ويئي. آئون پڙهندي پڙهندي ٽڪي پيس ۽ مواد ويڙهي سيڙهي ٻيهر ڪيسي ۾ رکي ڇڏيم. چوڌاري چپ چپات ڇانيل هئي. سمنڊ، اوندهه ۾ نيڻ نهار تائين ڪير جو دريا نظر اچي رهيو هو. ننڍڙا ننڍڙا پکي هيڏانهن هوڏانهن اڏري رهيا هئا.

ڌورو پرپرو هڪ ڪانسٽيبل وڙڪي رهيو هو. هن جي پيرن جي کڙڪي کان سواءِ ٻيو ڪوبه آواز نه هو. ڪانسٽيبل کنگهندو مون ڏانهن اچي رهيو هو. الائجي ڇو منهنجي من ۾ به اها خواهش ٿي ته مان به کنگهان. پر خاموش رهيس ۽ ڪانسٽيبل وڙڪندو ٻي پاسي مڙي ويو.

رات پوري جوڀن تي هئي. مون تي ڳهر جي ڪيفيت طاري هئي. ۽ هڪ خوشگوار ڪمزوري به هئي. سمنڊ ۾ جهاز، جن جا سڙهه هوا ۾ پکڙيل هئا، ٻي زبان پوت لڳي رهيا هئا. ڄڻ مون کي ڳيهي وڃڻ جي تاڙ ۾ هجن. بک جي شدت مون تي ايترو ته حاوي هئي جو هاڻ مون کي ڪابه تڪليف محسوس نه ٿي رهي هئي. نه دل ۾ ڪو جذبو هئم نه وري ڪا خواهش. آئون ان ئي ٻي ڪيفيءَ جي حالت ۾ پير پساري ويهي رهيس. منهنجي ذهن ۾ ڪوبه خيال نه هو. بلڪل سانت هئي، اڻچاتل ۽ غير محسوس، جنهن جو ڪوبه آواز نه هو ۽ اها ڪيفيت مون کي لولي ڏيئي رهي هئي.

ان حالت ۾ ويٺي، مون کي خيال آيو ته اهي جهاز اجهو مون کي سمنڊ جي ٻي ڪنڌيءَ تي وٺي ويندا. آئون هڪ اوپري سرزمين تي پهچي ويندس. جتي شهزادي 'يلاجلي' هوندي. ان جو محل هوندو. عظيم ۽ شاندار محل، ناقابل بيان شان ۽ شوڪت جو حامل- شهزادي جڳ مڳ ڪندڙ ڪمري ۾ گلاب جي گلن جي تخت تي ويٺل هوندي. جڏهن آئون هن جي ڪمري ۾ پهچندس ته هوءَ پنهنجون ٻانهون مون ڏانهن پکيڙيندي ۽ چوندي، "يلي ڪري آئين بهادر جوان... اوهان کي منهنجي ملڪ ۽ محل ۾ اچڻ مبارڪ هجي. آئون سالن کان تهنجي اوسيئڙي ۾ آهيان. چانڊوڪي راتين ۾ توکي سڏيندي رهي آهيان، جڏهن تون ڪڏهن ڏکارو ٿين، ته مون تهنجي لاءِ لڙڪ وهايا ۽ جڏهن تون سُتين ته مان تهنجي ننڊ ۾ سهانا ۽ سندر خواب شامل ڪندي رهي آهيان.'

پوءِ هوءَ منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ وٺندي ۽ اهڙي طرح مون کي پاڻ سان گڏ خواب گاهہ ۾ پهچائيندي. محل ۾ هر طرف نيون ريشمي ورديون پاتل خادم بيٺا هوندا. هو مون کي ڏسي، خوشيءَ مان نچڻ لڳندا. پوءِ اسين ٻيئي باغيچي ۾ وڃي ويهنداسين. هتي سوين ٻانهيون نچنديون ۽ ڳائينديون. تنهن کان پوءِ بلوري ديوارن مان ٿيندا اسين ٻيئي اُس ۾ ايندا‌سين. رستي مان لنگهندي عود ۽ عنبر جي خوشبو، من سُرهو ڪري رهي هئي. منهنجي بت ۾ هڪ سحر انگيز ڪنبڻي پيدا ٿي. مون شهزاديءَ کي پنهنجي ٻانهن ۾ ورتو، هن سُرٻاٽ ڪندي چيو، ”هتي نہ، تورو اڳتي هلي، اڪيلائيءَ ۾.“ پوءِ اسين هڪ مرڪزي ڪمري ۾ داخل ٿياسين. هتي ديوارن تي چئني پاسن نيلم ۽ ياقوت جڙيل هئا. مون تي غشي طاري ٿيڻ لڳي ۽ مون محسوس ڪيو تہ هن جي ٻانهن جو گهيرو منهنجي چوڌاري سوڙهو ٿيندو ويو. هن جي ساهہ جي سڳنڌ منهنجي ڳلن وٽ محسوس ٿي. مون سرٻاٽن ۾ ٻڌو.

”اچ منا! آئون تنهنجي هر خواهش پوري ڪرڻ جي لاءِ تيار آهيان... مون کي چمي ڏي... ۽... ۽... پوءِ...؟“

مون ليٽيل ئي تارن کي منتشر ٿيندي ڏٺو ۽ منهنجي اکين ۾ روشني پيدا ٿي ويئي. منهنجا خيال ۽ احساس منتشر ٿي ويا هئا.

اصل ۾ آئون ويٺي ويٺي سمهي رهيو هئس. اها خواب جهڙي ڪيفيت ان حالت ۾ گذري هئي. ايتري ۾ ڪانسٽيبل مون کي جنجهوڙيو. هو مون کي نهايت بي درديءَ سان ٻيهر زندگي جي ٻنَ ۾ گهيري آيو هو. مون تي مايوسي ڇانئجي ويئي. مون پنهنجي جيئري هئڻ تي رانياڙ ڪري روئڻ ٿي چاهيو. ان دوران مينهن بہ پوندو رهيو هو ۽ آئون بي خبر ستو پيو هئس. منهنجا سڀ ڪپڙا مينهن ۾ پُسي پٽ ٿي چڪا هئا ۽ منهنجي بت ۾ سيءُ گهڙي ويو هو. اوندهہ اڃان بہ گهري ٿي ويئي هئي. مون ڏاڍي ڏکيائيءَ سان ڪانسٽيبل کي سڃاتو.

ڪانسٽيبل مون کي ڌونڌاڙيندي چيو، ”بس هاڻ اٿ بازيگر!“ آئون هڪدم اٿي کڙو ٿيس. مون تي انتهائي مايوسيءَ جي ڪيفيت طاري ٿي ويئي. مون ۾ اٿڻ جي بہ سگهہ نہ هئي ۽ اٿڻ سان ئي اهو احساس شديد ٿي ويو تہ آئون بڪايل آهيان. آئون ڏاڍي ڏکيائيءَ سان اٿي هلڻ لڳس.

سپاهيءَ وري سڏ ڪيو، ”ترس! پنهنجي ٽوپي تہ ڪٽي وڃ...“ مون سندس ٽورو مڃيو، ”مهرباني... خدا حافظ.“ ۽ آئون ٽڙندو هلڻ لڳس.

ان وقت مون کي خيال آيو، ”ڪاش! هن وقت کائڻ لاءِ ڪجھ هجي ها جيئن پيٽ کي ڪجھ ڇاٻَ ملي... گهٽ ۾ گهٽ پوري رنگ جي ڊبل روٽي ئي سهي، جنهن کي رستي هلندي چٻاڙڻ ۾ ڏاڍو مزو اچي ها.“ آئون ان وقت پنهنجو پاڻ کي مٿل سمجهي رهيو هئس ۽ پنل بہ هئس.

منهنجي مصيبت ڪنهن بہ طرح ختم نہ ٿيڻي هئي. اوچتو ڪنهن خيال سبب وچ رستي تي بيهي رهيس. سپاهيءَ مون کي چيو هو، ”بازيگر.“ بيهہ، هينئر ٿو ڪيس مزو چکرايان. ڪنهن شريف ماڻهوءَ کي بازيگر چوڻ جو مطلب ڪهڙو آهي؟ ڪاوڙ سبب آئون ڪنبڻ لڳس. آئون پويان مڙيس ۽ ڊوڙڻ لڳس. منهنجو پير ترڪيو ۽ آئون ڪري پيس. پر مون ان جي پرواهہ نہ ڪندي، اٿي دوڙڻ لڳس. جڏهن آئون ريلوي اسٽيشن وٽ پهتس تہ بيحد ٿڪي پيس. مون ۾ وڌيڪ اڳيان ڊوڙڻ جي همت نہ هئي. ان وچ ۾ ڊوڙندي ڊوڙندي منهنجي ڪاوڙ بہ ٿڌي ٿي چڪي هئي. آئون اتي بيهي ڊگها ڊگها ساهہ کڻڻ لڳس. ۽ سوچڻ لڳس تہ سپاهيءَ ڇا چيو ۽ ڇا نہ چيو، آئون ان جي ڇو پرواهہ ڪيان. شايد سپاهيءَ کي ان کان وڌيڪ ٻي ڪا گار نہ ٿي اچي. مون کي پنهنجو پاڻ تي بيحد ڪاوڙ اچڻ لڳي. مون پنهنجو پاڻ کي چيو، ”تون بہ عجيب چريو ماڻهون آهين... ڀلا چرين جيان پنل ڪپڙن ۾ رستي جو وچ ڏيئي ڊوڙڻ مان ڪهڙو فائدو؟“ هاڻ منهنجي بک سهپ کان ٻاهر ٿيندي پي ويئي ۽ ڪنهن بہ طرح سڪون نہ هئم. آئون لڳاتار ٿڪون ڳڙڪائيندو رهيس. ايئن پنهنجو پاڻ کي تسڪين ڏيڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس. بک جي ان آخري حملي مون کي حد کان وڌيڪ هيٺون ۽ بي حال ڪري ڇڏيو هو.

جڏهن بہ سخت مٿا ڪٽ کان پوءِ ڪجھ شلنگ ڪمائي ويندو هئس تہ اهي گهٽو وقت منهنجو ساٿ نہ ڏيندا هئا. آئون ان دوران پنهنجي وڃايل طاقت بحال ڪري ويندو ئي مس هئس، جو بک جي نئين دور جي شروعات ٿي ويندي هئي ۽ آئون وري ڳرڻ سڙڻ لڳندو هئس. آئون پنهنجي سيني جي درد کي تہ ڪنگهي دور ڪري ويندو هئس، پر ڇيلهہ ۽ ڪلهن جي سور جو مون

وٽ ڪوبہ علاج نہ هو. منهنجي حالتن سڌرڻ جو نالو ئي نہ پئي ورتو. انهيءَ جا سبب ڪهڙا بہ هجن. پر نيٺ آئون بہ تہ پنهنجي ماڻهن جيان جيئڻ جو ڪجهہ نہ ڪجهہ تہ حق رکندو هئس. ڇا آئون مضبوط هڏ ڪاٺ وارو ۽ سگهارو نہ آهيان. ڇا آئون سخت ڪان سخت ڪم ڪري نہ ٿو سگهان؟ ڇا مون ڪڏهن محنت ڪان گهبرايو آهي؟ ڇا مون پنهنجو پاڻ کي مزدوري ڪرڻ لاءِ پيش نہ ڪيو آهي؟ ڇا آئون ٿوتي ۽ سست آهيان؟ ڇا مون هر قسم جي نوڪريءَ جي لاءِ مختلف هنڌن تي درخواستون نہ ڏنيون آهن؟ آفيسرن جا انڪار ۽ ڏڙڪا نہ سٺا اٿم؟ مقالا ۽ ڪهاڻيون نہ لکيون اٿم؟ ڇا مون ڪڏهن بہ ڪنهن بہ حالت ۾ فضول خرچي ڪئي هئي؟ ۽ هڪ عام مرچوٽ جيان وقت ڪونہ گذاريو هئم. جڏهن مون وٽ پئسا هوندا هئا تہ آئون کير ۽ ڊبل روٽي کائي وقت ڪونہ گذاريندو هئس ۽ جڏهن پئسا صفا گهٽ هوندا هئا تہ سڪل ۽ پاروٽي ماني تي صبر ڪونہ ڪندو هئس، ۽ جڏهن پئسا بلڪل نہ هوندا هئا تہ فاقا نہ ڪيا اٿم ڇا؟ آئون ڪڏهن بہ هوٽل ۾ نہ رهيس، ڪڏهن بہ پر تڪلف ۽ مهنگا ڪمرا مسواڙ تي نہ ورتم. آئون لوهار جي خالي دڪان جي اونداهي ڪمري ۾ وقت گذاري رهيو هئس. زندگي، جنهن کي زندگي چوڻ ئي ڪل جوڳو عمل هو. هي اهو اونداهو ڪمرو هو، جنهن کي لوهار ڇڏي پئجي ويو هو. ڇو تہ اهو قبر جيان اونداهو ۽ برفيلي هوا جو لنگهہ هو. بهرحال آئون پنهنجي دل سان اهي ڳالهيون ڪري رهيو هئس، ۽ انهن جو ڪوبہ مطلب منهنجي سمجهہ ۾ اچي نہ سگهيو. آئون ڪافي دير تائين منهن مونن ۾ وجهيو سوچيندو رهيس ۽ انهن مامرن تي ويچاريندو رهيس. منهنجي دل ۾ ڪنهن جي لاءِ بہ رقابت يا تلخي نہ هئي.

آئون رستي تي هلندو پئي ويس، جو سپاهي آيو ۽ منهنجي پر مان لنگهيو، مون بي اختيار چيو، ”ڏهہ ٿيا آهن!“ هن مڙي درستي ڪئي، ”ڏهہ نہ بہ ٿيا آهن!“ مون ضد ڪيو ۽ لڳاتار چوندو رهيس، ”نہ رات جا ڏهہ ٿيا آهن.“ ۽ اهڙي طرح اڳيان وڌي ويس.

سپاهيءَ مون کي سچائي ورتو. هي اهو ئي هو، جيڪو مون کي سمنڊ جي ڪناري مليو هو. هن نرم لهجي ۾ چيو، ”بهرحال ڇا بہ هجي... هي

وقت تنهنجي گهر وڃڻ جو آهي. چئو تہ ڪجهہ پنڌ توسان گڏجي هلان؟"
آئون سپاهيءَ جي رويي تي حيران ٿي ويس ۽ هن جي سامهون هٿيار ڦٽا ڪرڻ تي مجبور. مون کي محسوس ٿيو، منهنجي اکين ۾ لڙڪ تري آيا آهن. مون هڪدم هن جو ٿورو مڃيندي چيو، "نہ آئون هليو ويندس. هوٽل ۾ ڪافي دير ويٺو رهيس، وقت گذرڻ جو احساس ئي نہ ٿيو. تنهنجي وڏي مهرباني."
جڏهن آئون اڳيان وڌيس تہ هن هٿ مٿي کڻي مون کي سلام ڪيو. هن جي دوستاڻي رويي سبب منهنجي ڪمزور دل پرجي آئي. آئون هن کي ڪجهہ بہ تہ ڏيئي نہ ٿي سگهيس. سپاهي هوريان هوريان وکون کڻندو هليو ويو ۽ آئون روئندو رهيس. هاڻ مون کي پنهنجي حال تي ڪاوڙ پئي آئي. مون پنهنجو پاڻ کي فحش گاريون ڏيڻ شروع ڪيون، جنهن سان منهنجي دل جو بار اجان بہ ڳرو ٿي پيو ۽ ان ئي حالت ۾ پنهنجي گهر تائين پهچي ويس. دروازي وٽ پهچي پتو پيم تہ پنهنجي چابين جو ڇڳو وڃائي آيو آهيان. پلا چابيون ڪيئن نہ وڃايان ها. آئون هڪ تہ ڪتي جيان پنل هئس ۽ حد درجي جو بڪايل بہ. منهنجا گوڏا جواب ڏيئي بيٺا هئا. آئون زور زور سان کليس. بک، ٿڪ ۽ پريشانيءَ مون کي جڻ چريو ڪري ڇڏيو هو. آئون نہ دروازو کولي ٿي سگهيس ۽ نہ ئي وري پنهنجي ڪمري ۾ گهڙي ٿي سگهيس. مينهن وري بہ پوڻ لڳو ۽ منهنجا ڪپڙا پاڻيءَ ۾ ٻڏل هئا. آئون موٽي ٽائون هال هليو ويس. اتي پهچي خيال آيم تہ سپاهيءَ کي چوان تہ هو مون کي 'ٽائون هال' ۾ سمهڻ جي موڪل ڏي. ڪاش هو ائين ڪري سگهي. پر هو ائين ڪيئن ٿي ڪري سگهيو. ٽائون هال جون چابيون تہ هن وٽ ڪونہ هونديون. پوءِ آئون ڇا ڪريان؟
آئون ڪنهن هوٽل ۾ وڃي رات گذاري ٿي سگهيس؟ اهو ناممڪن هو. مون وٽ هوٽل جي مسواڙ جي رقم ڪٿي هئي؟ سپاهيءَ کي تہ خبر آهي تہ آئون ڪيفي ۾ ويٺو رهيو هئس. آئون ۽ سپاهي ڪافي دير تائين ٽائون هال جي ڏاڪڻين تي بيٺا رهياسين. هو خبر ڪونهي تہ ڇا سوچيندو رهيو ۽ منهنجي حالت بابت دل ئي دل ۾ اندازو لڳائيندو هو. ان دوران زوردار مينهن بہ وسندو رهيو.
سپاهيءَ چيو، "تون 'حفاظت گاهہ' ۾ ڇو نہ ٿو هليو وڃين ۽ اتي وڃي

چئو تہ تنهنجو ڪو بہ گهر ڪونهي."

مون هوريان هوريان چيو، "تون نيڪ تو چوين دوست!" ۽ مون سڌو حفاظت گاهہ جو رخ ڪيو.

اتي پهتس تہ حفاظت گاهہ جي چوڪيدار سوال ڪيو، "تنهنجو نالو؟" مون هڪدم وراڻيو، "ٽينگن... آندري ٽينگن."

الائجي ڇو مون غلط نالو ٻڌايو. منهنجي خيالن ۾ هيجان برپا هو ۽ پانت پانت جا وهم پيدا ٿي رهيا هئا. اهو نالو مون اوچتو گهڙي ورتو هو ۽ اهو ئي ٻڌايو. هن پڇيو، "ڇا ڪندو آهين؟"

منهنجي دل ۾ بدلي جا شعلا پڙڪي رهيا هئا. پهرين مون سوچيو تہ پنهنجو ڏنڊو تلعي گير ٻڌايان، پر آئون ائين نہ ٿي ڪري سگهيس. مون جيڪو نالو ٻڌايو هو تنهن سان اهو ڏنڊو نہ ٿي آٽڙيو. مون وراڻيو، "مان صحافي آهيان." محافظ پهرين تہ ڇرڪيو. پوءِ هن منهنجو نالو رجسٽر ۾ لکيو.

هاڻي آئون هن جي سامهون ڪونسل جي وزير جيان ڄمي بيهي رهيس. محافظ اهو ئي سمجهي رهيو هو تہ آئون پنهنجو ڏنڊو ٻڌائيندي هٻڪي رهيو هئس. هن سوچيو هوندو تہ هي صحافي بہ اهڙوئي آهي، جنهن وٽ مٿو لڪائڻ جي لاءِ جڳهہ ڪونهي. هن چيو، "مسٽر ٽينگن ڪهڙي اخبار جي آفيس ۾ ڪم ڪندو آهين؟"

مون هڪدم وراڻيو، "مارگن بليڊٽ جي آفيس ۾. اڄ آئون دير تائين ٻاهر رهيو آهيان ۽ هاڻ گهر وڃي نہ ٿو سگهان. آئون ڏاڍو شرمندو آهيان."

هن چيو، "ڦڪو ٿيڻ جي ضرورت ڪونهي. اسين ڪنهن کي بہ نالو نہ ٻڌائيندا آهيون ۽ جڏهن نوجوان ٻاهر رهندا آهن تہ اسين سمجهي ويندا آهيون تہ هو ڪٿي رهندا آهن."

محافظ هڪ چوڪيدار کي سڏيو ۽ اٿندي مون کي گرمجوشيءَ مان سلام ڪيائين. پوءِ چوڪيدار کي چيائين:

"ڏس صاحب کي خاص سيڪشن ۾ وٺي وڃ." پوءِ هو موڪلائي هليو ويو.

آئون چوڪيدار سان گڏ هڪ ڪمري ۾ هليو ويس. ۽ ٻاهر وڃي هن

ڪمري کي تالو لڳائي ڇڏيو. مون هن جي چاپي ڦيرڻ جو آواز آيو.

آئون هنڌ تي ويهي رهيس. ڪمرو روشن ۽ ڏاڍو آرامده هو. هاڻ آئون هڪ محفوظ پناهه گاهه ۾ هئس. ٻاهران مينهن وسڻ جو آواز اچي رهيو هو. هڪ هڪ ڪري سڀ گذريل واقعا منهنجي دماغ ۾ ڦرڻ لڳا. آخر ۾ ڪپڙا لاهي هنڌ ۾ گهڙي ويس.

ننڊ منهنجي اکين مان غائب ٿي چڪي هئي. آئون اکيون ٻُوٽيو چپ چاپ ليٽيو پيو هئس. پوءِ مون اکيون کوليون ۽ جهونگارڻ لڳس. آئون دل وندرائڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس. پر منهنجون هڙئي ڪوششون بيڪار هيون، مون کي ڪنهن به طرح سڪون نه پي مليو. مون تي هڪدم اعصابي ڪيفيت طاري ٿيڻ لڳي. مون جيترو ان حالت جو مقابلو ڪرڻ جي ڪوشش ٿي ڪئي، اوترو ئي پاڻ کي بيوس ٿي پاتيم. اها سڄي حالت ٻڪ جي ڪري هئي. پر آئون ڪري به ڇا ٿي سگهيس، ٻاهر مينهن وسڻ بند ٿي چڪو هو، چو ته پاڻي ڳڙڻ جو آواز نه پي آيو. آئون عجيب ڇڪتاڻ جي حالت ۾ ڪنهن مهل هنڌ تي ليٽيس ته ڪنهن مهل اُٿي ٿي ويٺس. مون کان بي اختيار ڪل نڪري ويئي. شايد آئون حد کان وڌيڪ ٻڪ جي لذت مان لطف اندوز ٿي رهيو هئس. مون پنهنجي خيالن کي بي لغام ڇڏي ڏنو. منهنجي پريشاني حد کان وڌي ويئي. نيٺ مون کان رهيو نه ٿيو ۽ آئون بسترِي تان اٿي پاڻيءَ جو نلڪو ڳولهڻ لڳس. مون کي اُڃ ڪانه هئي، پر منهنجو ماٿو ڇڻ ڦاٽو ٿي. آئون هڪدم پاڻيءَ جي لاءِ بي چين ٿي ويس. نيٺ نلڪو ملي ويو ۽ آئون ڪجهه ڍُڪ پاڻيءَ جا پي وري ليٽي پيس. مون پڪو ارادو ڪيو ته هاڻ ضرور سمهندس. آئون اکيون ٻوٽيو چپ چاپ ليٽيو پيو هئس. ڪجهه دير ته ائين ئي بي حس ۽ حرڪت پيو رهيس، نيٺ پگهر ۾ ٻڏي ويس. مون کي ائين محسوس ٿيو ته منهنجي جسم ۾ رت جي رواني ۾ ڏکٽي پيدا ٿي رهي آهي. انتهائي ڪوشش جي باوجود، هن پيري به ننڊ نه آيم. آئون وري اٿي ويهي رهيس. جڏهن ننڊ ئي مون کان رُسي ويئي هئي ته آئون ڇا ٿي ڪري سگهيس. هاڻ مون پنهنجو پاڻ کي جهاز جي ڊيڪ تي بيٺل محسوس ڪيو. اهو جهاز هلي نه پر اُڏي رهيو هو.

منهنجي چئني پاسن خوفناڪ اونداهي ڇانيل هئي. ايئن ٿي محسوس ٿيو ڄڻ ڪارو جهاز پوتن جيان منهنجي تاڙ ۾ هجي. ۽ اهي پوت مون کي اُڏائي وٺي ويندا. ڪارن ڪڪرن جي اٿاهه اونده ۾ ٻڏندو پي ويس. پالڻهار! آئون ڪهڙي مصيبت ۾ ڦاسي ويو آهيان.

ڊپ سبب منهنجي نڙيءَ مان رڙ نڪري ويئي. مون زور سان کٽ جي پاون کي جهلي ورتو. منهنجو سفر ڪيڏو نه خطرناڪ هو. کٽ جو پايو جهلي مون کي محسوس ٿيو ته آئون جيئرو آهيان ۽ خلا ۾ ٻڏڻ کان بچي ويو آهيان. مون پنهنجي دل ۾ چيو، ”شايد انسان ايئن مرندو آهي.“ ۽ آئون سوچڻ لڳس ته هاڻي آئون مري ويندس. هاڻي آئون موت جي باري ۾ سوچي رهيو هئس. منهنجي اها سڄي ڪيفيت بک ۽ ڪمزوريءَ جي ڪري هئي. اوچتو مون کي خيال آيو ته آئون ڇريو ٿي پيو آهيان ۽ منهنجا هوش ۽ حواس صحيح ڪونهن. مون تي هڪ اوچتو ڊپ طاري ٿي ويو. آئون اُٿي دروازي ڏانهن ڀڳس، پر دروازو ته بند هو. مون دروازي کي ٽوڙڻ چاهيو، پر اهو پنهنجي جاءِ تي جيئن جو تيئن رهيو. نيٺ منهنجو مٿو وڃي پٽ سان لڳو ۽ سور سبب رڙ نڪري ويم. مون پنهنجي آڱرين کي ڪُترڻ شروع ڪري ڏنو ۽ لڳاتار رڙيون ڪندو ۽ گاريون بڪندو رهيس. چئني ڏسائن سانت هئي. پٿرن سان فقط منهنجو آواز ٽڪرجي رهيو هو. آئون فرش تي ڪري پيس. هاڻ مون ۾ ٽڙي ٽاڪڙجي هلڻ جي به سگهه نه هئي.

آئون فرش تي پيو هئس، ان حالت ۾ مون کي پٽ تي هڪ اڇو داغ نظر آيو. شايد ڏينهن ٿي ويو هو. هاڻي مون ڪنهن حد تائين اطمينان جو ساهه کنيو. آئون پٽ تي اونڌو ليٽيو پيو هئس ۽ خوشيءَ جا ڳوڙها ڳاڙي رهيو هئس.

شايد آئون ان لاءِ خوش هئس ته آئون جيئرو هئس يا شايد ان خيال کان ته صبح ٿي ويو هو. اوچتو مون مان مٺل هئڻ جو احساس ختم ٿي ويو. آئون فرش تي ويهي رهيس ۽ دروازو کلڻ جو انتظار ڪرڻ لڳس. جيئن هڪ قيدي پنهنجي قيد جي مدت ختم ٿيڻ کان پوءِ، آزاديءَ جو منتظر هوندو آهي.

اُف، توبه ڪيتري نه ڀيانڪ رات هئي ۽ آئون ان ڪوٺڙيءَ ۾ هڪ عام قيدي ٿي نه پر ڪونسل جو هڪ آواره منش وزير هئس. هاڻ مون تي اعصابي

ڪيفيت بہ نہ هئي. آئون ڦونڊ جي عالم ۾ پنهنجو پاڻ کي مخاطب ٿيس.
"مسٽر ٽينگن- ڪونسل جا وزير."

ڪمري ۾ هاڻ ڪافي سوجهرو پکڙجي چڪو هو. مون کي دروازي جو ٿلهو دستو نظر اچي رهيو هو. هاڻ منهنجي رڳن ۾ رت جي رواني بہ معمول موجب هئي.

دروازي تي ڪڙڪو ٿيو، مون تڙ تڪڙ ۾ ڪپڙا پاتا جيڪي اجان پنل هئا. چوڪيدار اندر آيو ۽ مون کي چيائين: "ڊيوٽي آفيسر سان ملاقات جي لاءِ هلو."

مون سوچيو:

"ڇا مون کي هڪ پيرو ٻيهر انهن ٺي رسمي ڳالهين ۽ تعارف مان گذرڻون پوندو." نيٺ آئون هن سان گڏ هلڻ لڳس ۽ هيٺينءَ منزل جي هڪ ويڪري ڪمري ۾ پهتس. اتي اٽڪل ٽيهہ چاليهہ ڄڻا مون جهڙا ٻي گهر ماڻهون موجود هئا. ڪين هڪ هڪ ڪري ڊيوٽي آفيسر جي سامهون گهرايو پيو ويو ۽ هڪ ڪلارڪ هر هڪ جو نالو رجسٽر ۾ لکي رهيو هو. تنهن کان پوءِ سينِي کي ناشتي جي ٽڪيٽ ملي رهي هئي. ڊيوٽي آفيسر چوڪيدار کان پڇندو پي ويو، "ڇا هنن کي ناشتو مليو؟ ڏس هنن مان هر ڪنهن کي ناشتو ملڻ گهرجي ويچارا الائجي ڪڏهوڪا بکيا آهن."

آئون بيٺو انهن ٽڪيٽن کي ڏسندو رهيس ۽ دل ئي دل ۾ چئي رهيو هئس، "ڪاش! هڪ اهڙي ٽڪيٽ مون کي بہ ملي وڃي."

اوچتو سڏ ٿيو، "آندري ٽينگن- صحافي."

مون اڳيان وڌي ڪنڌ جهڪائي ڇڏيو.

ڊيوٽي آفيسر سوال ڪيو، "اوهين هتي ڪيئن آيا؟"

مون رات واري پنهنجي ڪٿا ورجائي ۽ بنا ڪنهن هبڪ جي ڪوڙ ڳالهائي رهيو هئس.

سڄي ڪهاڻي ٻڌي هو مرڪيو، "ڪيئن. رات جو ننڊ تہ صحيح نموني آئي نہ؟"

مون وري ڪوڙ ڳالهايو، "آئون تہ ڪونسل جي وزير جيان ستو هئس."

هو اتي بيٺو ۽ مون ڏانهن هٿ وڌائيندي چيائين "اهو ٻڌي مون کي ڏاڍي خوشي ٿي."

"چڱو.... خدا حافظ." اهو چئي آئون هليو آيس. آئون کنهن کي ۽ ڪيئن چوان ها ته "هڪ ٽڪيٽ ناشتي لاءِ مون کي به ڏجو. مون ٽن ڏينهن ۽ ٽن راتين کان ڪجهه به نه کاڌو آهي." پر پاڻ مرادو ڪنهن به مون کي ٽڪيٽ نه ڏني. جيڪڏهن آئون ٽڪيٽ گهران ها ته هو مون تي شڪ ڪن ها. منهنجي ذاتي حالتن جي جانچ ڪن ها ۽ ڪين خبر پئجي وڃي ها ته آئون ڪير آهيان. ڪوڙ ڳالهائڻ ۽ دوکو ڏيڻ جي الزام ۾ شايد هو مون کي گرفتار به ڪري وٺن ها. آئون ڪوٽ جي کيسن ۾ پنهنجا خالي هٿ لڪايو، ڪنڌ مٿي ڪيو، هڪ لک پٽيءَ جي گاڏيءَ کي ڏسندو، ٻاهر هلندو ٻي ويس.

اجا صبح هئي، پر اُس جي تپش ڪافي تيز هئي. ان مهل ڏينهن جا ڏهه ڪن ٿيا هوندا. منڊيءَ ۾ ماڻهن جي اچ وڃ لڳي پيئي هئي. آئون سوچڻ لڳس ته "ڪهڙي طرف وڃان؟" پوءِ ڇاتيءَ واري کيسي تي هٿ هڻي پنهنجو مسودو ڏٺم، پوءِ اڳيان وڌي هڪ هنڌ ڏاڪڻين تي ويهي رهيس ۽ ماڻهن جي رش کي تڪڻ لڳس. ان دوران بک مون کي شدت سان ستائڻ شروع ڪيو. لڳو ايئن ٿي جڻ ڪو منهنجي ڇاتي پٽي رهيو هجي. "ڇا هن سڄي شهر ۾ منهنجو ڪوبه سڃاڻو ڪونهي. منهنجو ڪوبه دوست ڪونهي. جنهن کان ڪجهه اوڌر سوڌر وٺي سگهان؟" مون ذهن تي زور ڏئي ۽ سوچڻ لڳس، پر ڪنهن به اهڙي شخص جو نالو منهنجي ذهن ۾ نه آيو، جيڪو هڪ ڪوڏي به مون کي اوڌر ڏيئي سگهي.

بهرحال اهو هڪ خوشگوار صبح هو. اُس چٽني ڏسائڻ چمڪي رهي هئي. ٽڪرين تي آسمان هڪ حسين سمنڊ جيان پکڙيل هو ۽ آئون بنا سوچڻ ۽ سمجهڻ جي پنهنجي گهر طرف وڌڻ لڳس. بک هاڻ منهنجي سهپ کان ٻاهر هئي. هلندي هلندي رستي تي مون کي ڪاٺ جو هڪ ننڍو ٽڪر مليو. آئون اهو کڻي چٻاڙڻ لڳس. ان سان بک کي ڪجهه ڇاٻ ملي. پوءِ مون سوچيو ته ڪاٺ جي ٽڪر کي اگهه ۾ چٻاڙڻ جو خيال مون کي ڇو نه آيو. معمول موجب منهنجي گهر جو دروازو کليو پيو هو. طنبيلي واري ڇوڪري

مون کي 'صبح جو سلام' ڪيو ۽ چيو، "موسم ڏاڍي وڻندڙ آهي." مون وراڻيو، "ها، وڻندڙ آهي." ان کان وڌيڪ مون وٽ چوڻ لاءِ ٻيو ڪجھ به نه هو. مون سوچيو، "ڇو نه هن ڇوڪري کان هڪ شلنگ اُڌارو وٺان." شايد هو اِها معمولي رقم مون کي اڌاري ڏيڻ لاءِ تيار ٿي وڃي. مون ڪيس هڪ خط به ته لکي ڏنو هو. هو چپ چاپ ويٺو ڪجھ سوچي رهيو هو. نيٺ هن هٻڪندي چيو، "سائين! موسم ڪافي وڻندڙ آهي.... مون کي گھر ڏڃائيءَ کي مسواڙ ڏيڻي آهي... ڇا اوهين مون کي پنج شلنگ اڌارا ڏيئي سگھندا. آئون ڪجھ ڏينهن اندر اندر اوهان کي موٽائي ڏيندس. اوهان اڳ ۾ به ڪيترو مون تي احسان ڪيو هو. ڀڪ سان هن ڀيري به مون کي مايوس ڪونه ڪندا."

"واھ ڙي منهنجا مولا واھ!" مون دل ۾ سوچيو، "بکيا هليا سُڃن وٽ عيد ڪرڻ.... هتي ته قصو ئي الٽو لڳو پيو آهي." اهو سوچي ڇوڪري کي ورندي ڏنم، "پٽ! اڄ ته مون وٽ ڪجھ به ڪونهي. شايد منجهند تائين توکي ڪجھ ڏيئي سگھان." اهو چئي آئون جلدي جلدي ڏاڪڻيون چڙهي ويس. ڪوٺڙيءَ ۾ وڃي پنهنجو پاڻ کي هنڌ تي سٽيم ۽ بي اختيار کلڻ لڳس. آئون ڪيڏو نه پاڳل وارو هئس جو اڳرائي هن ڪئي ۽ آئون هن کان قرض گھري بي عزت ٿيڻ کان بچي ويس. مون دل ۾ چيو، "فقط پنج شلنگ، بس! منهنجا دوست، تو مون کان ڪنهن ڪمپنيءَ جا پنج حصا ڇو نه گھُريا. ڪا جاگير ڇو نه گھري... فقط هڪ ننڍڙي ۽ حقير رقم بس!" آئون ٻيهر ٿڪ ڏيڻ لڳس. ايتري ۾ ڪٿان ٻوڙ جي خوشبو آئي. ڪيڏي نه مزيدار خوشبو هئي. شايد ڪو ڇانپ پچي رهيو هو. مون جلدي اٿي دري کولي ڇڏي ته جيئن اها خوشبو هوا سان گڏ، اندران ٻاهر نڪري وڃي. هن جو هڪ بکئي ۽ ڪُٺل شخص جي ڪمري ۾ ڇا وڃي!؟

آئون اُٿي، سامهون رکيل ميز وٽ ويس ۽ ڪنڌ مٿي ڪٽي وڏي ٺٺ سان چيم، "ڇوڪرا، هڪ پليٽ گوشت جي ڪٽي اچ." ۽ پوءِ وري ڇوڪري جي انداز ۾ جهڪي وراڻيم:

"بهتر سائين! ڇا اوهان جي لاءِ شراب جو گلاس به آڻيان." جواب ڏنم، "نه!... آئون هڪ وزير آهيان.... هڪ جرنلسٽ ڪونسل جو وزير، آئون

رات جو ڪافي دير تائين ٻاهر رهيو آهيان" شايد اهي سوال ۽ جواب اهڙي طرح جاري رهن ها، پر منهنجو ذهن ڪنهن ٻي طرف مخاطب ٿيو. سج دريءَ مان صاف چمڪي رهيو هو ۽ هيٺ گهوڙن جي ڏاڍون ڇپاڙڻ جو آواز اچي رهيو هو. آئون ته انهن گهوڙن ڪان به ڇڏ هئس.

اوچتو مون کي پنهنجي مسودي جو خيال آيو. مون اُهو ڪيسي مان ڪڍيو، اهو پاڻيءَ ۾ پُسي چڪو هئو. مون اِهو ميز تي پکيڙي رکي ڇڏيو ته جيئن اندر اينديڙ اُس ۾ سڪي وڃي. هاڻي آئون ڪوٺڙيءَ ۾ گهمڻ لڳس. هر شئي مان مايوسي بکي رهي هئي. هتي ڪا ڪرسي به ڪانه هئي، جنهن تي آئون ويهان ها. پٽ تي ڪا ڪلي به نه هئي، جنهن تي ڪوٽ ٽنگي سگهان. ڪمري جي هر شئي، منهنجو سڄو اثاثو هڪ هڪ تي گروي رکجي چڪا هئا. هڪ ڪنڊ ۾ ڪاغذن جو ڍڳ لڳو پيو هو، جنهن تي مٽيءَ جي تهه ڄمي ويئي هئي. ڏئي وئي منهنجو اهو ئي اثاثو هو. ايتري دير ۾ مسودو سڪي ويو. مون پنهنجي ٽوپي ٽنڊ تي رکي ۽ ڪوٺڙيءَ مان نڪري ڏاڪڻين تان لهي هيٺ طنبيلي وٽ آيس. طنبيلي جي ڇوڪري کي سڏي چيم "گهٻراءِ نه! آئون پنهنجي تائين تنهنجي ضرور مدد ڪندس." تنهن کان پوءِ اخبار جي آفيس جي راهه ورتم ۽ اندر داخل ٿيڻ کان اڳ هڪ پيرو پيهر مسودي کي ڏٺم ته انهن جا صفحا ته ٺيڪ لڳل آهن ۽ اندر وڃي ڪلارڪ کان ايڊيٽر جو پڇڻ لڳس. ڪلارڪ معمول موجب ڪاغذن جي سارسنڀال ۾ رڌل هو. هن منهنجي ڳالهه جي ڪابه ورندي نه ڏني ۽ ٻُڌي اڻ ٻُڌي ڪري ڇڏي ۽ منهنجي بار بار پڇڻ تي جواب ڏنو، "ايڊيٽر اڃان نه آيو آهي." ۽ بدستور ڪاغذن تي جهڪيل رهيو. مون وري پڇيو، "هو ڪڏهن ايندو؟" هن لاپرواهيءَ مان وراڻيو، "الائجي!" مون وري پڇيو، "آفيس ڪيستائين کليل رهندي." هن منهنجي سوال جو ڪوبه جواب نه ڏنو. مون سوچيو، "شايد ايڊيٽر ڪيس اها هدايت ڪري ڇڏي آهي ته مون ڏانهن ڪوبه ڌيان نه ڏنو وڃي." منهنجو حليو ئي اهڙو هو، جو آئون ان ماحول ۾ بلڪل اوپرو پئي لڳس ۽ جڏهن کان منهنجي ڪهاڻيءَ جي معاوضي جا ڏهه شلنگ مليا هئا، مون ڏهه ڀيرا انهن مسودا لڳاتار ايڊيٽر جي حوالي ڪيا هئا، جيڪي پڙهي ايڊيٽر

مون کي واپس ڪري ڇڏيا هئا. شايد هاڻ ايڊيٽر مون کي ڌيان لائق نہ ٿي سمجهيو.

نيٺ آئون آفيس مان ٻاهر نڪري آيس. منهنجو هڪ سڃاڻو ”هنس پالي“ جيڪو هڪ هاريءَ جو پٽ هو ۽ شاگرد هو. هو هڪ پنج ماڙ عمارت جي سڀ کان مٿين ماڙ تي رهندو هو. مون سوچيو، جيڪڏهن هو چاهي تہ آسانيءَ سان مون کي هڪ شلنگ ڏيئي سگهي ٿو، ڇو تہ هو ايترو دولتمند ڪونهي. ڪيس غربت ۽ بک جي ضرورت جو پڪ سان ڪجهہ احساس هو. و. ان ڳالهہ تي آئون دل ئي دل ۾ سرهو ٿيڻ لڳس ۽ سمجهڻ لڳس تہ بس هاڻ هڪ شلنگ منهنجي کيسي ۾ پيو آهي. ٿوري دير کان پوءِ آئون هن جي گهر جي دروازي تي هئس. هن جو دروازو بند هو. پرسان هڪ ڇوڪري لنگهي. مون هن کي چيو:

”مان هنس پاليءَ سان ملڻ ٿو چاهيان.“

هن ننهن ننڍي وٺيءَ ڇوٽي ۾ تائين مون کي ڏنو ۽ چيو،

”اهو شاگرد، جيڪو مٿين ماڙ ۾ رهي ٿو... هن تہ اهو گهر ڇڏي ڏنو آهي.“

منهنجي پڇڻ تي هن ٻڌايو تہ ڪيس سندس نئين گهر جو پتو معلوم ڪونهي. البت ڪيس ايتري خبر آهي تہ هو ڇئي ويو هو تہ جيڪڏهن هن جو ڪو خط پٽ اچي تہ ’نال بوبگن بلڊنگ‘ جي پتي تي موڪليو وڃي.

ڇوڪريءَ ان ڪمري جو نمبر ٻڌايو ۽ آئون اعتماد سان ان عمارت طرف روانو ٿي ويس. رستي ۾ هڪ عمارت وٽ گند جي ڍڳ تي ميوي جون کلون پيون هيون، مون هڪ کل کٽي وات ۾ وڌي ۽ چٻاڙڻ لڳس ۽ ٻي کل کيسي ۾ رکيم. ڇو نہ بک سبب منهنجو حال هيٺو هو. ۽ آئون پنهنجي منزل طرف هلندو ئي ويس.

هڪ هنڌ هڪ بيڪري ۾ ڊبل روٽي رکي هئي، جنهن جي قيمت هڪ پيني هئي. پر هڪ پينيءَ جو بہ کيسي ۾ هئڻ ضروري هو. نيٺ هلندي هلندي اڌ مئل حالت ۾ آئون گهربل عمارت تائين پهچي ويس. مون وٽ هنس پاليءَ جا اهي خط هئا، جيڪي مون هن جي اڳوڻي رهائش گاهہ تان آندا هئا. مون سوچيو هو، ساڻس ملڻ جو اهو بهترين بهانو هو ۽ هن جي ڪمري تائين

پهچڻ جي لاءِ ڏاڪڻيون چڙهڻ لڳس. مون کي پڪ هئي تہ ڪيس منهنجي حالتن جي خبر پوندي تہ هو منهنجي ضرور مدد ڪندو. هن جي ڪمري جي دروازي تي پهتس تہ اتي هڪ تختي لڳي پيئي هئي، جنهن تي لکيل هو، "هنس پالي شاگرد، پنهنجي ڳوٺ ويو آهي." اهو پڙهي مون ۾ وڌيڪ اُتي بيهڻ جي سگهہ نہ هئي. آئون بنا ڪنهن تڪلف جي ان بند دروازي جي اڳيان ويهي رهيس ۽ بڙ بڙائڻ لڳس. "ڳوٺ ويو آهي.... ڳوٺ ويو آهي." تنهن کان پوءِ آئون خاموش ٿي ويس. ان وقت منهنجي دل ۾ ڪوبہ احساس يا ڪوبہ جذبو نہ هو. نہ وري اکين ۾ لڙڪ. هر شئي منهنجو ساٿ ڇڏي چڪي هئي. آئون اگهاڙي فرش تي ويٺو انهن خطن کي اکيون ڦاڙي ڏسڻ لڳس. ٿوري دير کان پوءِ همت ڪري عمارت مان ٻاهر نڪري آيس ۽ گهٽيءَ ۾ بيهي وڏي سڏ چيم، "اي خدا! توکان وڏو پيو ڪو ڪم خراب ڪرڻ وارو ڪونهي. جيڪڏهن آئون غلط پيو چوان تہ پوءِ تون پلي مون کي ڦاسيءَ تي چاڙهي ڇڏ.

پوءِ مون پنهنجو لهجو بدلايو ۽ عقيدت واري انداز ۾ چيم، "تو ڪڏهن صدق دل سان بہ پنهنجي خدا کي ٻاڏايو آهي؟" پر مون کي پنهنجو اهو روٺهارڪو لهجو نہ وڻيو. ڪجهہ دير آئون ڪنڌ جهڪايو بيٺو رهيس، پوءِ پنهنجو پاڻ کان سوال ڪيم، "ڇا تو ڪڏهن هن جي حمد ۽ ثنا ڪئي آهي." پوءِ پاڻ ٿي وراڻيم، "ڪڏهن بہ نہ." منهنجي دل ۽ دماغ عجيب خيالن سان پريو پيو هو. پر ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ پئي آيم. آئون رستي هلندي اڻنگيون حرڪتون ڪرڻ لڳس. ڪنهن مهل پير ٿي ستيم تہ ڪنهن مهل بڙ بڙائڻ تي لڳس. واٽهڙو مون کي حيرت مان تڪيندا پئي ويا. آئون ڪيڏو نہ احمق هئس. آئون اتان هلندو سمنڊ جي پُل تائين پهتس. معمول موجب سمنڊ جي ڇاتيءَ تي جهاز مگهہ ڏري رهيا هئا. هڪ ڪراڙي مائي مون وٽان ڪيڪ وڪڻندي لنگهي ويئي. مون ڪيس ڏسي نفرت مان منهن ٻي پاسي ڦيريو. سڄي فضا ڪيڪن جي سرهاڻ سان واسيل هئي... اُتي ڪجهہ ٻيا ماڻهو بہ ڪيڪ وڪڻي رهيا هئا. اهي ڪيڪ وڪڻڻ وارا اڄ هتي ڇو اچي گڏ ٿيا هئا. مون وٽ نہ ڪجهہ وڪڻڻ جي لاءِ هو ۽ نہ ڪجهہ خريد ڪرڻ جي لاءِ. آئون هڪ پاسي تي بئنچ تي ويهي رهيس. ڪيڪن جي وڪري منهنجي دل

۾ انتشار پيدا ڪري ڇڏيو هو. ايتري ۾ ڪجهہ پريرو هڪ ڇوڪريءَ جي ڳائڻ جو آواز آيو. اها اداس موسيقي هئي. ان منهنجي دل ۾ ڄڻ سنسني پيدا ڪري ڇڏي ۽ آئون اڪيون ٻوٽي، ٻئنچ سان پٺ لڳائي ويهي رهيس. جڏهن ڪو شخص بکيو هوندو آهي تہ ان جا خيال بہ ڪنهن حد تائين مجرمانہ ٿي وڃن ٿا. ان وقت منهنجي حالت بہ ڪجهہ ان قسم جي هئي. آئون موسيقيءَ جي تانن جي لاهہ چاڙهہ ۾ گم ٿيندو پئي ويس. ايئن ٿي محسوس ٿيو، ڄڻ آئون سُرن جي لهرن ۾ لڙهندو پيو وڃان يا روشنيءَ ۾ نچندو ڪڏندو، اُڏندو پيو وڃان. ڳائيندڙ ڇوڪري منهنجي ويجهو آئي ۽ هٿ پکيڙي مون کان هڪ پيني گهريائين. هن جي ٻي هٿ ۾ جست جي هڪ پليٽ جهليل هئي. آئون هڪدم اُٿي بيٺس ۽ کيسا ڦلهورڻ لڳس. مون چيو، "ها ها.... ضرور اجهو ٿو ڏيان." ڇوڪريءَ سمجهيو آئون مذاق ڪري رهيو آهيان ۽ هڪ لفظ ڪڇڻ کان سواءِ اتان هلي وئي. سندس اهو خاموش احتجاج منهنجي لاءِ سخت تڪليف وارو هو. جيڪڏهن هوءَ مون کي گاريون ڏي ها تہ آئون سهي وڃان ها، پر سندس خاموشيءَ مون کي لوڏي ڇڏيو. مون هن جي پويان وڃڻ ٿي چاهيو، پر پنهنجي جاءِ تان چري بہ نہ سگهيس. بهرحال مون کيس سڏ ڪندي چيو:

"اي ڇرڪري! هن مهل مون وٽ ڪجهہ بہ ڪونهي. پر آءٌ ياد رکندس. شايد سڀاڻي آءٌ توکي ڪجهہ ڏيئي سگهان. تنهنجو نالو ڪهڙو آهي.... نيڪ آهي، نيڪ آهي..... ڏاڍو سهڻو نالو آهي.... آئون اهو نالو بہ نہ وساريندس. نيڪ آهي. سڀاڻي تائين...."

ڇوڪري خاموش بيٺي هئي. هن منهنجي ڳالهين تي اعتبار نہ ٻي ڪيو. هن جي خاموشي منهنجي لاءِ تڪليف واري سي. اها گهٽيءَ ۾ ڦرندڙ رولاڪ ڇوڪري مون تي اعتبار نہ پئي ڪري. مون کيس پاڻ وٽ سڏيو مون پنهنجو ڪوٽ لاٿو. مون چاهيو ٿي تہ کيس پنهنجي واسڪٽ لاهي ڏيان، تہ جيئن ڪجهہ تدارڪ ٿي سگهي. پر منهنجي واسڪٽ ڪٿي هئي. اُها تہ ڪڏهوڪي گروي رکجي چڪي هئي. آئون الائجي ڇو اهو سمجهي ويٺو هئس تہ مون کي واسڪٽ پاتل آهي. ڇوڪري منهنجي فضول ڳالهين تي

حيرت ۾ هئي. هوءَ هُجي پويان هئي ويئي. نيٺ، مون کيس وڃڻ ڏنو. ڪيترائي ماڻهون منهنجي چوڌاري مڙي آيا ۽ کلڻ لڳا. ڪانسٽيبل مون وٽ اچي پڇڻ لڳو، ”جهيڙو جهڳو ٿيو آهي ڇا!؟“

مون ورائيو، ”ڪجهه به ڪونهي ٿيو. مون ڇوڪريءَ کي پنهنجو واسڪيٽ ڏيڻ ٿي چاهيو. هنن ماڻهن کي منهنجي مٿان ڪڻ نه کپي. آءٌ گهر وڃي ٻي واسڪوٽي پائي وٺندس. مون وٽ ڪيتريون ئي واسڪوٽيون آهن.“

ڪانسٽيبل چيو، ”مون کي ڪوبه هنگامون نه کپي.“ ۽ هن مون کي ڌڪي پري ڪيو. پوءِ هن ٿورو پرڀرو وڃي مون کي سڏ ڪيو، ”ڇا هي ڪاغذ تنهنجا آهن؟“

مون ورائيو، ”ها، اُن اخبار ۾ منهنجو مضمون آهي... ها، اهي ضروري ڪاغذ آهن“ مون پنهنجو مسودو کنيو. آئون ڪيترو نه لاپرواهه ٿي ويو هئس. پوءِ سڌو اخبار جي آفيس ڏانهن روانو ٿيس. گرجا گهر جي گهڙيءَ ۾ ان وقت چار ٿيا هئا. آفيس بند ٿي چڪي هئي. آئون خاموشيءَ سان موٽي آيس. آئون سخت مايوس هئس ۽ پت جو سهارو وٺي بيهي رهيس. ”هاڻي آئون ڇا ڪريان.“ مون کي پنهنجي ڪوٽ جي چمڪندڙ بٽڻن جو خيال آيو ۽ سوچڻ لڳس ته اهي بٽڻ گروي رکڻ سان مون کي ڪجهه نه ڪجهه ملي سگهي ٿو. پر ڪير انهن بٽڻن جو ڇا ڪندو؟ ممڪن آهي ته ڪو اهي خريد ڪري، ڇو ته اهي نوان ۽ چمڪندڙ آهن. اهو سوچي آئون چاقو سان پنهنجا بٽڻ لاهڻ لڳس ۽ دل ئي دل ۾ خوش ٿيڻ لڳس. انهن بٽڻن جا به چار پنس ته ملي ويندا. بٽڻ لاهي آئون ڪنهن دوڪان طرف نه ويس، پر ٻيهر ايڊيٽر سان ملڻ جي لاءِ هليو ويس. آفيس کلي پيئي هئي. ڪلارڪ مون کي روڪڻ جي ڪوشش ڪئي، پر آئون کيس ڳالهين ۾ منجهائي اندر گهڙي ويس. ايڊيٽر مون کي سلام ڪيو ۽ ويهڻ جي لاءِ چيو. مون کيس ٻڌايو ته، مون هڪ ٻيو مقالو به لکيو آهي، جنهن تي ڪافي محنت ڪرڻي پئي اٿم. هن ورائيو، ”لکڻ جي لاءِ ته محنت ڪرڻي ئي پوندي آهي. پر تون گهڻو ۽ بيڪار ٿو لکين جيڪا ڳالهه مناسب ڪونهي. بهتر اهو آهي ته تون سنجيدگيءَ سان لک، پوءِ ڪا مناسب ڳالهه ٿي سگهي ٿي. خير تون اهو مقالو ڇڏي وڃ. آئون اهو

پڙهندس.“ اهو چئي هو پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويو. آئون چپ چاپ سوچيندو رهيس تہ ڪانئس هڪ شلنگ گهران؟ ڇا آئون ڪيس اهو ٻڌايان تہ منهنجي گهٽي لڪڻ جو سبب ڪهڙو آهي. پڪ سان، هو منهنجي ضرور مدد ڪندو. هن اڳ بہ منهنجي همت افزائي ۽ مدد ڪئي آهي. پر آئون ڪانئس ڪجهہ بہ گهري نہ سگهيس. آئون اتي ڪڙو ٿيس. گذريل پيري جڏهن آئون وٽس ويٺو هئس تہ هن پئسي جي ڪميءَ جو ذڪر ڪيو هو ۽ ڪنهن ڪان پئسا گڏ ڪري اچڻ جو چيو هو. شايد اڄ بہ هن جي اهائي حالت هجي. ممڪن آهي تہ اڄ ايئن نہ هجي. پر آئون ڏسي رهيو هئس تہ هو ڪم ۾ مصروف هو. ايڊيٽر مون کان پڇيو، ”ٻڌائي! ڪا خاص ڳالهہ چوڻي اٿئي ڇا؟“

مون پنهنجي آواز تي قابو پائڻ جي ڪوشش ڪئي تہ ڪٿي ان ۾ ڏڪٽي پيدا نہ ٿئي ۽ ورائيم، ”نہ..... ڪجهہ بہ نہ... پوءِ آئون ڪڏهن اچان.“

هن ورائيو، ”جڏهن بہ هتان لنگهڻ ٿئي تہ منهن ڪڍيو وڃجانءِ... آئون ڏينهن ٻن ۾ اِهو پڙهي ڪو فيصلو ڪندس.“ آئون هن کي ڪو بہ عرض ڪري نہ سگهيس. مون سوچيو، مون کي هن جي خلوص جو قدر ڪرڻ کپي، پلئي بک مَر پرم، پوءِ پلي آءٌ بک ئي ڇو نہ مري وڃان. ڪا ڳالهہ ڪونهي ۽ آءٌ اتان هليو آيس. ڪيسي ۾ هٿ وجهي ماچيس جون بہ تيليون ڪڍيم ۽ وات ۾ وجهي چٻڙيم. آئون اچان ٻاهر نڪتو ئي مس هئس جو مون کي سخت بک لڳي. منهنجي ڇاتيءَ ۾ سٽ اُپري، ڇا واقعي آءٌ پڇتائي رهيو هئس تہ ايڊيٽر کان ڪجهہ گهرڻ کان سواءِ هليو آيو هئس. مون پنهنجو پاڻ کي چيو، ”مسٽر!.... توکي شرم اچڻ کپي. توکي ايڊيٽر کان هڪ شلنگ بيانو گهرڻ جو خيال ڇو نہ آيو.“ مون کي پنهنجو پاڻ تي ڪاوڙ اچڻ لڳي ۽ پنهنجو پاڻ کي گهٽ وڌ چوڻ لڳس.

”اها ڪيڏي نہ ڪميٽپ ڇٽبي، جو تو وٽ ڪاڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي تہ تون ڪنهن ماٿهوءَ تي جهڙپ هڻي ان جون اکيون ڪڍڻ گهرين. ترس! آئون اِجهو ٿو توکي مزو چکايان.“

پوءِ آئون تيز تيز قدم کڻندو اڳيان وڌي ويس ۽ پنهنجو پڻ کي سزا ڏيڻ جي لاءِ تکو تکو هلي رستو اُڪرڻ لڳس. آئون پنهنجي ڇاتيءَ ۾ رڙين ۽

دانهن کي دېائيندو رهيس. جڏهن آئون هڪ هنڌ بيٺس تہ رڙ نڪري ويم. خبر ڪونهي آئون ڪيترو فاصلو طئي ڪري آيو هئس ۽ پوءِ بيهي رهيس. مون ۾ وڌيڪ هلڻ جي پهچ نہ هئي. مون روئڻ ٿي چاهيو، پر مون ۾ ان جي بہ سگهہ نہ هئي. آئون سڄو ڏڪي رهيو هئس. ۽ ڏاڪڻين تي ڪري پيس. هاڻي مون پنهنجو مذاق اڏائڻ شروع ڪيو تہ جيئن پنهنجو پاڻ کي وڌيڪ ايذاءُ ڏيئي سگهان. هاڻي آئون ڏاڪڻين تي ويهي رهيس، پر ان انداز سان ويٺس، جو مون کي ويهڻ ۾ بہ تڪليف ٿئي. نيٺ بہ تہ مون ايڊيٽر کان هڪ شلنگ گهرڻ جو ارادو ڇو ڪيو هو. هاڻي آئون پنهنجو پاڻ کي تنبيهہ ڪرڻ لڳس ۽ هڪ ماءُ جيان پاڻ کي نصيحت ڪيم. منهنجو من پرجي آيو ۽ آئون روئڻ لڳس ۽ اتي پندرنهن منٽ کن ويٺو رهيس. منهنجي پر پاسي ٻار ڪيڏي رهيا هئا. رستي جي پر ۾ بيٺل هڪ وڻ تي هڪ پکي ويٺو لاتيون لنوي رهيو هو. ايتري ۾ هڪ ڪانسٽيبل مون وٽ آيو ۽ چوڻ لڳو، ”آئون اڌ ڪلاڪ کان توکي هت ويٺل ڏسي رهيو آهيان، نيٺ بہ تہ تون هت ڇو ويٺو آهين؟ تون چاهين ڇا ٿو؟“ مون هن کي ڪوبہ جواب نہ ڏنو ۽ ڪاوڙ ۾ ڦوڪجي اُتان اُٿي ڪڙو ٿيس ۽ منديءَ ڏانهن هلڻ لڳس. پلا ڪانسٽيبل کي آئون ڇا ٻڌايان، هاڻ آئون ڇو ٿڪي پيو آهيان. هو مون کي رولو سمجهي رهيو هو. هاڻي آئون آڱرين مان ٺڪاءُ ڪڍڻ لڳس ۽ بي اختيار ٺهڪ ڏيئي رهيو هئس. منهنجي پرپاسي جا ماڻهو منهنجي ان حالت تي حيران هئا. مون دل ۾ سوچيو، ”مون کي پادريءَ وٽ وڃڻ کپي. اتي، ڪجهہ نہ ڪجهہ ضرور ملي ويندو. جيڪڏهن هن ڪجهہ نہ ڏنو تہ بہ منهنجو ڇا بگڙجندو. موسم بہ چڱي موچاري ٺاهوڪي آهي.“ اُتان هلي آئون هڪ لئبرري ۾ ويس. اتان مون پادريءَ جي گهر جو ڏس پڇيو ۽ ان جي گهر طرف روانو ٿي ويس ۽ دل ئي دل ۾ ڳالهيون ڪرڻ لڳس. ”ڏس محتاط رهج. هِتان هُتان جي بڪ شڪ نہ ڪج.... ضمير؟ اِها ڪهڙي بلا آهي؟ توکي ان چرپاٽ ۾ نہ پوڻ کپي. غربت ۽ بيروزگاريءَ ۾ ضمير جي پالنا ڪيئن ٿي سگهي ٿي ۽ تون بکيو آهين. سڀ کان پهرين ان بک مٽائڻ جي ضرورت آهي. تو پنهنجو ڪنڌ اوچو رک ۽ جملن ۾ دلڪشي پيدا ڪج. ڇا تون ايئن نہ ٿو ڪري سگهين. نيڪ آهي تہ پوءِ پلا تون هڪ وک

اڳيان نہ ٿو وڌائي سگھين. تون هن وقت سخت مونجهاري ۾ آهين. توکي کير ۽ ماکيءَ جي ٻڪ ۽ اُڃ ستائي رهي آهي. پر اهي شيون تنهنجي لاءِ نہ آهن. تون انتها کان اڳيان وڌي ويو آهين. ۽ تو وٽ هڪ ڪوڏي بہ ڪونهي تہ جيئن تون گھڙي ڪن جي لاءِ سڪون حاصل ڪري سگھين. توکي اجان سوڌي خدا تي ڀروسو آهي ۽ تو پنهنجو ايمان وڃايو نہ آهي. هاڻ تون هٿ ڀڏيو شيطان جيان بيٺو آهين ۽ خدا سان ڳالهائي رهيو آهين." اهڙي طرح آئون هلندو ان پادريءَ جي گھر تائين ويس ۽ دروازي تي وڃي ويهي رهيس. دروازي جي ٻاهر تختي لڳل هئي، جنهن تي لکيل هو، "ملڻ لاءِ وقت: ٻارهين کان چئين ٻجي تائين."

مون وري پنهنجو پاڻ کي مخاطب ٿيندي چيو، "چڱو، هاڻ ڪا ڳڙ ٻڙ متان ڪرينءَ، گھڻو محتاط رهج، پنهنجي ڪنڌ کي ٿورو اجان بہ هيٺ جهڪائي، ۽ پوءِ مون دروازي جي گھنٽي وڄائي. نوڪرياڻي ٻاهر آئي. مون کانئس پڇيو، "آئون پادري صاحب سان ملڻ ٿو چاهيان.، هن وراڻيو، "هو ٻاهر ويل آهي."

ان هڪ ئي جملي منهنجون هڙئي اميدون مٽيءَ ۾ ملائي ڇڏيون، عجيب مصيبت هئي، خدا جي پناهہ بہ منهنجي قسمت ۾ نہ هئي. مون کي هيترو ڏکو سفر ڪري هتي اچڻ مان ڪهڙو فائدو ٿيو. آئون سڪتي جي عالم ۾ بيٺو هئس. نوڪرياڻيءَ وري پڇيو، "ڇا ڪو ضروري ڪم آهي؟" مون وراڻيو، "نہ! ڪو خاص ڪم تہ ڪونهي. اڄ خدا جي فضل سان موسم ڏاڍي خوشگوار هئي. مون سوچيو، اڄ روحاني پيءُ وٽ وڃڻ کپي." آئون هڪ طرف خاموش بيٺو هئس. ٻي پاسي نوڪرياڻي بيٺي هئي. مون مٿس هڪ ٻاڏائڻ واري نظر وڌي تہ جيئن هوءَ سمجهي وٺي تہ آئون ڇو آيو آهيان. پر هوءَ ڪجهہ بہ سمجهي نہ سگهي. ڇا پادريءَ جي زال ڪونہ هئي؟ هوءَ موجود تہ هئي، پر بيمار هئي. آئون ڪيس ڪوبہ نياپو ڏيئي نہ ٿي سگهيس. آئون مايوس ٿي اُتان روانو ٿيس. خبر ڪونهي منهنجو سفر ڪٿي ختم ٿيندو.

دراصل آئون پادريءَ وٽ هڪ ڪلاڪ دير سان پهتو هئس. هن جي ملڻ جو وقت ٻارهين ٻجي کان پنجين ٻجي تائين هو. تڪ سبب منهنجو سڄو جسم چور چور هو. ٻک سبب سيني ۾ جلن ٻي محسوس ٿيم. هاٿي ماڃيس

جون تيليون ڇٻاڙڻ بہ بيڪار هو. ان فضول حرڪت سبب منهنجون ڇاڙيون ٽڪي پيون هيون. مون کين آرام ڏيڻ ٿي چاهيو. گس هلندي مون نارنگيءَ جو هڪ ڇلڪو ڪٽي چوسڻ شروع ڪيو. دراصل مون کي زڪام ٿي پيو هو. هاڻي مون تي علالت جي ڪيفيت طاري هئي. ڪرائين تي نيريون نيريون نسون اُڀري آيون هيون. ڪجھ بہ سمجھ ۾ نہ پي آيم تہ مون ڇا ٿي چاهيو. هڪ شلنگ جي معمولي رقم جي لاءِ سڄي عمر رلندو رهندس. جيڪڏهن اهائي حالت رهي تہ پوءِ، آئون فقط ڪجھہ ڪلاڪن جو مهمان آهيان. جيڪڏهن اهو اڻ ٽر حادثو ٿورو جلد ٿي وڃي تہ ان ۾ ڪهڙو حرج آهي. هاڻي مون ۾ وڏيڪ جيئڻ جي سگھہ ڪونہ هئي. اهو خيال ايندي ئي منهنجو ذهن بلڪل صاف ٿي ويو. هاڻي آئون مرڻ جي ويجهو هئس، منهنجو هڪ هڪ عضوو سُن ٿيندو پي ويو. موت هاڻ بلڪل قريب هو.

مون سڀ حتن ڪري ڏٺا، هر ذريعو استعمال ڪري ڏٺم. آئون جذباتي طور تي ان اميد تي هلندو رهيس تہ ڪونہ ڪو مددگار ضرور ملندو. مون نهايت لاپرواهيءَ مان پنهنجو پاڻ کي چيو، ”چريا ماڻهون! تون تہ مري رهيو آهين. هاڻ گهر وڃ، بہ چار خط لک ۽ موت جي لاءِ تيار ٿي وڃ. وهنج سهنج، پنهنجو هنڌ بسترو صاف ڪر ۽ پوءِ ڪاغذ جي ذرن تي ليٽي مرِي وڃ. ڇو تہ تو وٽ ڪاغذ جي ذرڙن کان سواءِ پيو رکيو بہ ڇا آهي. پر اهو سائو ڪمبل.... ها ها سائو ڪمبل....“

سائي ڪمبل جو خيال ايندي ئي آئون بڙ بڙائيندو اُٿي وينس. منهنجي مٿي ۾ رت جو دورو تيز ٿي ويو ۽ دل ٻلين جيان ٽپا ڏيڻ لڳي. آئون هيڏانهن هوڏانهن وڙڪڻ لڳس. ايئن ٿي لڳم، ڄڻ منهنجي رڳن ۾ نئون رت ڊوڙڻ لڳو آهي ۽ آئون هر هر ورجائڻ لڳس، ”سائو ڪمبل.... سائو ڪمبل.“ آئون تيزيءَ سان گهر طرف وڌڻ لڳس ۽ ڪوٺڙيءَ ۾ وڃي تڙ تڪڙ ۾ پنهنجو ڪمبل ڪنيم. پوءِ ڪجھہ سوچي ڦِڪو ٿيڻ لڳس. منهنجو ضمير سچ پچ مري چڪو هو. آئون پنهنجي ماڻٽ جو ڪمبل وڪڻي ڪاڻڻ ٿي چاهيو. ڪيڏي نہ ڪريل حرڪت هئي. ان قسم جي خراب ڳالھہ جي ڪري مون ذلت محسوس ڪئي. اڃا مون ۾ ننگ ۽ ناموس جو هوش باقي هو. پر آئون بک

جي غلطيءَ سبب مجبور رهيس ۽ ان لاچاريءَ جي حالت ۾ سڌو دڪان تي ويس، ان ڪمبل کي گروي رکڻ لاءِ ڳالهائڻ لڳس. نيٺ ته آئون ڇا ڪريان ها؟

دوڪان واري وراڻيو، ”افسوس! جو مون وٽ ان قسم جي ڪ ڙن جو ڍڳ لڳو پيو آهي.“ ان دوران مون بنڊل کولي ڪمبل ڪڍيو. هن ڪمبل ڏٺو ۽ وراڻيو، ”معاف ڪجو، هي ڪمبل منهنجي ڪم جو ڪونهي.“

مون تڪڙو وراڻيو، ”ٿورو ڏسو ته سهي! هي ڀي پاسي نيڪ ٺاڪ آهي.“

هن وري چيو، ”نه! هي منهنجي لاءِ بيڪار آهي. آئون اهو وٺي نه ٿو سگهان ۽ شايد توکي ڪنهن ٻي هنڌ به هن جو ڪجهه به ملي نه سگهي.“

مون زور ڀريندي چيو، ”آئون مڃيان ٿو ته هي ڪمبل بظاهر ڪنهن به ڪم جو ڪونهي. پر نيلاميءَ مهل ٻين شين سان گڏ هي به ڪم اچي ويندو.“

هن وراڻيو، ”نه، مون کي گهڻو مجبور نه ڪر... آئون اهو وٺي نه ٿو سگهان.“ مون وري چيو، ”ڀلا تون پنس ئي ڪٽي ڏيو.“

”دراصل، آئون اهو پاڻ وٽ رکڻ ئي نه ٿو چاهيان.“

نيٺ مون ڪمبل ٻيهر ويڙهي پنهنجي بغل ۾ دٻايو ۽ گهر موٽي آيس. اتي مون ڪمبل کي هنڌ تي وڇائي ڇڏيو ۽ ان جا گهنج صاف ڪرڻ لڳس. مون اهو ظاهر ڪرڻ ٿي چاهيو ته آئون اهو ڪمبل ڪيڏانهن به کڻي نه ويو هئس. شايد منهنجا حواس نيڪ نه هئا. تڏهن ئي نه آئون اهڙي رذيل حرڪت تي آماده ٿيو هئس. مون کي جيئن جيئن پنهنجي ان حرڪت جو خيال ٿي آيو، تيئن تيئن آئون جذباتي ٿيندو ويس. مون شڪر ڪيو ته آئون ڪنهن به طرح ان مجرمانه فعل جو شڪار نه ٿيس ۽ دوڪاندار جي انڪار مون کي بچائي ورتو.

آئون ٻيهر رلڻ جي لاءِ شهر ۾ نڪري ويس. ديول وٽ پهچي بئنچ تي ڊهي پيس ۽ منهن مونن ۾ هٿي جهوتا کائڻ لڳس. اهڙي طرح وقت گذرندو ويو. منهنجي لاءِ گهر کان گهڻو ٻاهر رهڻ وڌيڪ مناسب هو ڇو ته ٻاهر وڌيڪ روشني ۽ کليل فضا هئي. پر منهنجو ساهه ڇڻ هتي به گهٽيو ٿي. آئون شديد درد ۽ ڪرب ۾ مبتلا هئس. منهنجي سامهون هڪ ننڍو پٿر پيو هو. مون اهو کڻي قميص جي پلئه سان صاف ڪيو ۽ وات ۾ وڌم، ته جيئن ڪجهه نه ڪجهه چٻاڙيندو رهان. آئون ان ئي حالت ۾ بي حس ۽ حرڪت ويٺو هئس ۽

ايندڙ ويندڙ ماڻهن موٽرن ۽ ٽانگن جي اچ وڃ جاري هئي. اوچتو مون سوچيو تہ چو نہ پنهنجي چاچي سان وڃي ملان، اميد تہ ڪونهي تہ هو انڪار ڪندو، ممڪن آهي ڪجهہ نہ ڪجهہ مدد ڪندو. شايد مفت يا قرض طور ڪجهہ نہ ڪجهہ ڏي، پر منهنجا بٽڻ ضرور گروي رکندو. آئون اٿي ڪڙو ٽيس ۽ گهلبو هلڻ لڳس. رستي ۾ بيڪريءَ جي دريءَ مان نظر پوري رنگ جي ڊبل روٽيءَ تي پيئي. سوچيم اندر وڃي روٽيءَ جي هڪ ٽڪري جي لاءِ هٿ ڦهلايان. پر اهو فقط هڪ خيال هو. ايئن ڪرڻ ممڪن نہ هو. آئون اها ڳالهہ سنجيدگيءَ سان سوچي بہ نہ ٿي سگهيس. ”خيرات نہ نہ... بلڪل نہ!“ آئون ڪنڌ ڌوڻي اڳيان هلڻ لڳس. رابسس ليگر اسٽريٽ ۾ هڪ نوجوان مرد گهر جي چائنٽ تي بيٺو پنهنجي محبوبہ سان راز ۽ نياز جون ڳالهيون ڪري رهيو هو. ٻي گهر جي دريءَ وٽ هڪ ٻي ڇوڪري بيٺي ٻاهر جانچي رهي هئي. آئون هوريان هوريان هلندو پي ويس. ۽ پنهنجن خيالن ۾ گم هئس. ايتري ۾ دريءَ واري ڇوڪري ٻاهر رستي تي اچي ويئي. هن عجيب انداز سان مون کي مخاطب ڪيو، ”ڇا حال آهن شهزادا. ڳالهائيندءَ چو نہ ٿو؟ بيمار آهين ڇا؟ توبہ ڙي توبہ... تنهنجي شڪل ڪيتري نہ ڊيڄاريندڙ آهي.“

اها ڇوڪري بيزار ٿي پويان هٽي ويئي. مون پنهنجا هوش سنڀاليا ۽ سوچڻ لڳس: منهنجي شڪل کي ڇا ٿي ويو آهي. ڇا واقعي آئون مرڻ جي ويجهو آهيان. پوءِ مون پنهنجي ڳلن تي هٿ ڦيريو. منهنجون ڳلون اندر گهڙي ويون هيون. سچ تہ منهنجي حالت عجيب ٿي ويئي هئي. اهو ڪيترو نہ ظلم هو تہ هڪ شخص تي بک اهڙي طري مڙهجي ويئي هئي، جو هن جا هڏ گڏ ٻرا ٿي ويا هئا. مون کي پنهنجي حال تي ڪاوڙ اچي ويئي ”پالڻهار! منهنجو منهن مهاندو ڪيترو نہ خطرناڪ آهي. ڀلا مون کي وڌيڪ بهتر ذهن جو مالڪ هن ملڪ ۾ ڪير آهي. دماغي طور تي آئون چڱن ڀلن کي مات ڏيئي سگهان ٿو. آئون پنهنجي مُکن سان جنگي جهازن جون ڌڄيون اڏائي سگهان ٿو.تنهن جي باوجود بہ بک سبب تڙپندو رهيو آهيان ۽ هڏين جو پنڃرو بنجي ويو آهيان. ڀلا اها بہ ڪا عقلمندي آهي. جيتوڻيڪ آئون گهوڙن جيان سچو ڏينهن ڪم ۾ رڌل رهندو آهيان. پر انهن سيني ڳالهين جو نتيجو ڇا ٺيو؟.... بک

صرف بڪ! ۽ هاڻ اهو حال آهي جو هڪ بازاري ڇوڪري مون کي ڏسي پويان هٽي ٿي وڃي. هاڻ اهي سڀ ڳالهيون ختم ٿيڻ کپن. مون کي ان چريائپ، ان گندگيءَ مان هاڻ ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ کپي. نه ته شيطان مون کي ذلت جو اونهين کڏن ۾ ڪيرائي ڇڏيندو.“ مون غضبناڪ انداز ۾ رڙيون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. مون کي واٽهڙن جي ڪابه پرواهه نه هئي. مون پنهنجي زبان ڏندن سان زخمي ڪري وڌي. مون تي درندگي سوار هئي. ”پالڻهار! آئون ڇا ڪريان.“ رستي تان لنگهندڙ هڪ شريف ماڻهوءَ مرڪندي چيو، ”توکي جيل جي هوا کائڻ کپي.“ مون هن کي سڃاتو ٿي. هو هڪ ڊاڪٽر هو. مون هن ڏانهن نوڙت سان ڏٺو. هو منهنجي حالت کي سمجهي نه سگهيو. هلندي هلندي مون کي سسلر جو نالو ياد آيو. راڳي سسلر– مون سوچيو اِهو نالو شايد منهنجي ذهن ۾ خدا پاران آيو آهي. مون هن جي گيتن جا ريڪارڊ هڪ ڀيرو خريد ڪيا هئا. مون کي هن جي رهائش جي پتي جي به خبر هئي. مون کي پڪ هئي ته هو گهٽ ۾ گهٽ مون کي پنج ڇهه پينس ضرور ڏيندو. آئون کانئس فقط هڪ شلنگ گهرندس.

آئون تڪڙو تڪڙو هن جي آفيس ڏانهن وڃڻ لڳس. اُتي وڃي سائس ملڻ لاءِ چيم. هڪ نوڪر مون کي هن وٽ وٺي ويو. سسلر نهايت شاندار لباس ۾ ويٺو حساب ڪتاب جي جانچ پڙتال ڪري رهيو هو. آئون پنهنجو مطلب بيان ڪرڻ جي لاءِ لفظ سوچڻ لڳس. نيٺ مون هبڪندي چيو. ”آئون ضرورتمند آهيان. مجبور آهيان. اوهان مون کي هڪ شلنگ قرض طور ڏيڻ جي عنايت ڪريو. آئون اوهان جو بيحد ٿورائتو رهندس. آئون اها رقم ترت اوهان کي موٽائي ڏيندس. مون کي ڏينهن ٻن ۾ هڪ مضمون جو معاوضو ملڻ وارو آهي.“

جڏهن آئون اهي لفظ چئي رهيو هئس، تڏهن هو پنهنجي ميز جا خانا کولڻ ۾ مصروف هو. آئون خاموش ٿيس ته هن ڪنڌ ڌوڻيندي چيو، ”نه.“ ٻه فقط هڪ لفظ چئي پنهنجي ڪم ۾ لڳي ويو ۽ منهنجون هڙئي اميدون خاڪ ۾ ملي ويون. ان ناڪاميءَ جي ڪري منهنجون ٽنگون رڙڻ لڳيون. مون ميز جو سهارو ورتو. مون سوچيو، مون کي هڪ ڀيرو ٻيهر ڪوشش ڪرڻ کپي. ممڪن آهي ته ڪجهه نه ڪجهه ڏيئي ڇڏي، نه ته مون کي هن جو نالو

ذهن ۾ چو آيو. منهنجي دل ڌڙڪڻ لڳي ۽ پگهر ۾ شم ٿي ويس. مون ٿورو پاڻ سنڀالي، ڪيس مخاطب ٿيندي چيو، "سائين! اڄڪلھ آئون ڏاڍو پريشان آهيان. منهنجي حالت ڏاڍي خراب آهي. آئون بيمار آهيان. آئون اوهان سان وعدو ٿو ڪيان تہ ڏينهن ٻن ۾ اوهان جي رقم موٽائي ڏيندس. اوهان جي وڏي مهرباني ٿيندي."

هن وراڻيو، "منهنجا دوست! تون مون وٽ ڇو آيو آهين، آئون تہ توکي سڃاڻان بہ ڪونہ. تون ان اخبار جي آفيس وڃ، جتي تون ڪم ڪندو آهين."

مون وراڻيو، "هن وقت آفيس بند آهي ۽ مون کي سخت بُک لڳي آهي." هن وري پنهنجو ڪنڌ نهڪار ۾ ڌوڻيو ۽ ان وقت تائين ڌوڻيندو رهيو، جيستائين آئون ڪمري مان ٻاهر نہ نڪري ويس.

رستي ۾ مون کي ڊاڪٽر جي چوڻ موجب جيل جي ڪوٺڙيءَ جو خيال آيو. جنهن سان منهنجو دم گهٽجڻ لڳو. "پالڻهار! ڇا منهنجي قسمت ۾ جيل جي اونداهي ڪوٺڙي لکيل آهي." آئون بدحواس ٿي هَجي هلڻ لڳس. واٽ تي ڪنهن پوليس واري کي لنگهندي ٿي ڏٺم تہ ڪن لاتار ڪري لنگهي ٿي ويس تہ متان ڪٿي مون کي جهلي ٿاڻي پيڙو نہ ڪري. بازار ۾ هڪ دوڪان ۾ گهڙي ويس. سامهون هڪ نوڪر وينو شين جا بنڊل ٻڌي رهيو هو. مون ان دوڪان جي مالڪ جي پڇا ڪئي. هن وراڻيو، "مالڪ تہ ٽڪريءَ تي شيل شڪار جي لاءِ ويو آهي.... ڪو ڪم هجي تہ ٻڌايو؟" مون بي ڌڙڪ چئي ڏنو، "نہ! فقط ٻن پينس جو سوال آهي... آئون ڪيترن ڏينهن کان بکيو آهيان."

هن ورندي ڏني، "پوءِ تہ تون بہ ايترو ئي مالدار آهين، جيترو آئون آهيان." اهو چئي هو ٻيهر بنڊل ٻڌڻ لڳو.

مون ڪيس منٿ ڪندي چيو، "مون کي هٿين خالي نہ ڇڏ....آئون ڏاڍو بکايل آهيان."

منهنجو سڄو بدن ٿڌو ٿي ويو. هو نهايت سنگدليءَ سان پنهنجا ڪيسا ڦلهورڻ لڳو. مون ڪيس ان حال ۾ ڏسي چيو، "مون کي فقط هڪ پينس ئي ڏي. اهو هڪ پينس آءٌ توکي ٻن ڏينهن کان پوءِ واپس ڪري ڇڏيندس."

جواب ۾ هن نهايت رکي نموني چيو، "منهنجا دوست ڇا آئون تنهنجي

لاءِ چوري ڪريان."

مون هڪدم ورندي ڏني، "ها ها چوري ڪر... دوڪان جي دخل مان هڪ پيني ڪڍي وٺ."

هن ڪاوڙجندي چيو، "هاڻ منهنجي جند ڇڏ... آءٌ تنهنجي لاءِ ايئن چو ڪريان.... ڪافي دير کان تنهنجي بڪواس ٻڌي رهيو آهيان."

نيٺ آئون دوڪان مان ٻاهر نڪري آيس. بک سان گڏ هاڻ شرم سبب بي حال هئس. سامهون هڪ گَرو ڪتو بيٺو هو، آئون مٿس تتي پيس. مون سوچيو ڪيس پڇائڻ سان شايد ڪا هڏي ئي ملي وڃي. پر اتي به مايوسي ٿي. هن غريب وٽ ڪا به هڏي نه هئي.

آئون سوچڻ لڳس ته آئون ڪيترن ئي سالن کان انتهائي هيڻاهين طرف ڪرندو پيو وڃان. هاڻ ان حالت کي ختم ڪرڻ کپي. هن کان اڳ مون پنهنجو پاڻ کي سنڀالي رکيو هو. اڄ ته آئون بيحد ذليل ٿيو آهيان. پنندو ۽ دربدر ڦرندو رهيس ۽ بک سبب بي حال آهيان. مون کي دڪاندار اڳيان هٿ ڏگهيريندي ٺڪائي نه ٿي. ڪتي کان هڏي کسڻ جي لاءِ ڊوڙيس. پر اُتي به ڪجهه به نه مليم. هاڻ انهن سڀني ڳالهين کي ختم ڪري ڇڏڻ کپي، نه ته جيل وڃڻ جي لاءِ تيار ٿيڻ کپي. پر آئون ان جي لاءِ ٻنهي راضي نه هئس. آئون پيٽ ۽ پاسراٽين جي سور سبب بي حال هئس ۽ ٻنهي هٿن سان پنهنجي جسم کي جهڪائي، پاسراٽين ۾ هٿ وجهي هلندو پي ويس. ڪنڌ ان ڪري جهڪيل هئم جو مٿان ڪو سڃاڻون نه ملي وڃي. ان مهل رات جا ست ٿيا هئا. منهنجي گهر جو دروازو بند ٿيڻ ۾ ٿي ڪلاڪ اڃان هئا. مون هڪ مانيءَ جي ٽڪر جي لاءِ ڪو به حيلو ٻهانو نه ڇڏيو هو. جيڪڏهن آئون اجوڪي سڄي ڪٿا ويهي لکان ته هر شخص اهو پڙهي چوندو ته مون افسانو گهڙيو آهي. پر منهنجي ڪو به مدد نه ڪندو. گهر جي ويجهو پهچي مون کي خيال آيو ته چو نه گهوڙن جو ٽورو دائون چورائي وٺان. پر گهر جي در وٽ پهچي ڏٺم ته طنبيلي جو دروازو بند ٿي چڪو آهي. مون تي سڀ در بند ٿي چڪا هئا. مون نلڪي مان پاڻي پيئڻ جو ارادو ڪيو. پر پوءِ ارادو بدلائي ڇڏيم ته خالي پيٽ ۾ هڪ ڍڪ پاڻيءَ جو به ڪيئن برداشت ڪري سگهندس. آئون

دروازي ڪان لڳي وري واپس مڙيس ۽ مٿ ۾ بٽڻ دٻائي، چاچا جي دوڪان طرف روانو ٿي ويس.

آئون دڪان جي اندر گهڙيس ته چاچا تي نظر پيم. مون ڪيس رسمي سلام ڪرڻ کان پوءِ پنهنجي عينڪ ۽ بٽڻ ڏيکاري ڪانئس ڪجهه پئسا گهريم. پر هن منهنجي بار بار اصرار ۽ منٿ ميڙ تي به نه مڃيو ۽ ڪا به شئي گروي رکڻ جي لاءِ تيار نه ٿيو. مون ڏاڍو ٻاڏايو، پر هن مون کي ڌڪاري ڇڏيو. تنهن ڪري بٽڻ کيسي ۾ وجهي دڪان مان ٻاهر نڪري آيس. اڃا مون دڪان جو دروازو ئي مس کوليو جو هڪ ڄاتل سڃاتل آواز ڪنن تي پيم.

"ڪير... اڙي تون!" مون هڪدم کيس سڃاڻي ورتو هن وري چيو، "اڙي منهنجا رب! هي تنهنجي شڪل کي ڇا ٿيو آهي. هتي ڇا ڪرڻ آيو آهين؟"

مون وراڻيو، "تون به ته هتي آهين." منهنجو سڄو بت رڙي رهيو هو. آئون پٽ جو سهارو وٺي ويهي رهيس. ۽ کيسي مان بٽڻ ڪڍي هٿ جي ترئَ تي رکي هن جي سامهون ڪيم. هو سمجهي ويو ۽ چوڻ لڳو، "توکي ڇا ٿي ويو آهي بادشاهه! نيٺ به تِه ڪا حد ٿيندي آهي." ٻڌي منهنجي اکين ۾ لڙڪ تري آيا ۽ روئٺهارڪي لهجي ۾ کيس "خدا حافظ" چيم ۽ ٻاهر نڪرڻ لڳس.

هن چيو، "ڪيڏانهن پيو وڃين... ٿورو ترس." مون کي خبر هئي ته هو پاڻ به مون وانگر هو ۽ مون کي ڇو بيهاري رهيو آهي. آئون اتي بيهي ڪريان به ڇا ها؟ شايد هو به ڪيترن ئي ڏينهن کان بکيو هو. منهنجو غريب ۽ مسڪين دوست. ٿي سگهي نو کيس دوڪان جي مسواڙ ڏيڻي هجي ۽ پنهنجي مڱڻيءَ جي منڊي گروي رکڻ آيو هجي.

هن منهنجي ٻانهن ۾ ٻانهون وجهندي اندر ڇڪيندي چيو، "تون صفا ڪو چريو آهين، چڱو ٿيو جو تون مون کي ملي وئين."

مون کي خبر هئي ته هن مون کي ڇا تي چوڻ چاهيو. مون پنهنجي عزت جو ڀرم رکندي چيو، "آئون هلان ٿو.... مون کي ساڍي ستين بجي هڪ هنڌ وڃڻو آهي."

هن وراڻيو. "ساڍا ست!... هاڻ ته اٺ ٿيا آهن... هي ڏس مون وٽ گهڙي آهي ۽ آئون اها گروي رکڻ آيو آهيان. تنهن ڪري آئون چاهيان ٿو ته

تون بيهہ. آئون انهن پئسن مان گهٽ ۾ گهٽ پنج شلنگ توکي ضرور ڏيندس."
'هو چئي هو مون کي دڪان جي اندر وٺي ويو.

## (3)

هڪ هفتو آرام ۽ سڪون سان گذري ويو. پنج شلنگ مون نهايت ڪفايت سان خرچ ڪيا ۽ هڪ ڀيرو ٻيهر پنهنجو پاڻ کي مصيبت کان بچائي ورتم. آئون سڄو هفتو ٿيئي ويلا ڏهُ ڪري ماني کائيندو رهيس.

ان دوران مون هڪئي وقت چار مقالا لکڻ شروع ڪيا ۽ اطمينان سان اهي مڪمل ڪرڻ ۾ مصروف ٿي ويس.

گذريل مقالو، جنهن لاءِ مون هيڏي محنت ۽ ڀڄ ڊُڪ ڪئي هئي، اهو بيڪار ثابت ٿي چڪو هو. ايڊيٽر اهو واپس ڪري ڇڏيو هو ۽ مون ڪاوڙ ۾ اچي اهو ڦاڙي ڦٽو ڪيو ۽ پختو ارادو ڪيم تہ هاڻ اهڙو مقالو لکندس، جنهن ۾ سنجيدگي، گهرائي ۽ وڏي نظر جو ثبوت هجي.

مون سوچي ورتو هو تہ جيڪڏهن هن ڀيري منهنجي محنت اجائي ويئي ۽ مقالا واپس موٽي مليا تہ پوءِ ساموندي جهاز ڪيڏانهن بہ نہ ويا آهن. انهن ڏينهن بندر تي هڪ جهاز "راهبا" لنگر انداز هو ۽ ڏورانهين مسافريءَ جي تياريءَ ۾ مصروف هو. منهنجو ارادو هو تہ ان جي عملي ۾ هڪ ادنيٰ مزدور، هڪ خلاصيءَ جي حيثيت سان ٿي ڪيڏانهن هليو ويندس.

گذريل بک جي حملي مون کي تباهہ ڪري ڇڏيو هو. منهنجي بُت ۾ هيڊائيءَ جي ڪري سُيون چيڻ لڳنديون هيون. مٿي ۾ سخت سور ۽ اعصابي دوري جي تڪليف رهڻ لڳي هئي. بهرحال آئون ڏينهن رات هڪ ڪري انهن چئن مقالن کي مڪمل ڪرڻ ۾ مصروف هئس. پڳل ٽٽل ميز تي هر وقت ڪاغذن جا ڍڳ لڳا پيا هوندا هئا ۽ آئون لکڻ يا پنهنجي ڪنهن مڪمل ٿيل مسودي ۾ سڌارا ۽ ترميمون ڪرڻ ۾ رڌل رهندو هئس. مون سخت محنت ڪري هڪ ڊگهو مقالو مڪمل ڪيو ۽ کيسي ۾ وجهي سڌو ايڊيٽر وٽ پهتس. ڇو تہ مصيبت جي گهڙي منهنجي مٿان اچي پهتي هئي. منهنجي کيسي ۾ فقط ڪجهہ پينس وڃي رهيا هئا.

ايڊيٽر مون کي ڪجهہ دير انتظار ڪرڻ جي لاءِ چيو. هو ڪنهن ڪم ۾ رُڌل هو. ڪجهہ دير کان پوءِ واندو ٿي مون ڏانهن ڌيان ڏيڻ ٿي چاهيائين. آئون چپ ڪريو ويٺو آفيس جو جائزو وٺي رهيو هئس. اتي ڪجهہ نقشا ٽنگيل هئا. ڪجهہ مورتيون رکيل هيون. ايڊيٽر جي ميز جي هيٺان رديءَ جي وڏي ٽوڪري رکيل هئي. ان ٽوڪريءَ ۾ ردي ڪاغذن جيان ردي ماڻهن کي بہ وجهي سگهجيو ٿي. آئون اُها ڏسي ڪجهہ اداس ٿي ويس.

ٿوري دير کان پوءِ هن مون کان مقالو وٺي پڙهڻ شروع ڪيو. مون ڪيس منٿ ڪرڻ ٿي چاهي تہ آئون بنهہ غريب ماڻهو آهيان. هو منهنجي جذبن کي مجروع نہ ڪري. هن مقالو پڙهي ميز تي رکي ڇڏيو. هن ڪجهہ چوڻ ٿي چاهيو، پر ٻڏتر ۾ هو. آئون سمجهي ويس. مقالو ڪيس نہ وڻيو هو. مون چيو، "مون کي خبر آهي تہ هي مقالو اوهان جي ڪم جو ڪونهي."

جواب ۾ هو چوڻ لڳو، "ڏس! ڳالهہ هيءَ آهي تہ اسين عام پڙهندڙن جي لاءِ عام شيون ئي ڇپيندا آهيون. عوامي مذاق جون شيون : ايهان جي ڪم ايندڙيون آهن. ڇا تون عام قسم جون شيون لکي نہ ٿو سگهين. ڪو اهڙو موضوع سوچ جيڪو عام دلچسپيءَ جو هجي."

ايڊيٽر جي مزاج جي نرميءَ سبب مون کي ڏاڍي حيرت ٿي. هن ڏاڍي خوبصورتيءَ سان منهنجو مقالو رد ڪري ڇڏيو هو. آئون ماٺ منيءَ ۾ اٿي دروازي ڏانهن وڌڻ لڳس تہ جيئن هُن جو گهڻو وقت ذيان نہ ڪيان. هن مون کي سڏ ڪندي چيو، "جيڪڏهن گهرج هجئي تہ ڪجهہ رقم اڳوات سوٽيءَ طور وٺي وڃ ۽ پوءِ جڏهن وقت ملئي تہ اسان جي مطلب جو مقالو لکي ڏج."

مون سمجهيو ٿي تہ آئون هن جي فرمائش موجب ڪجهہ بہ لکي نہ سگهندس. تنهن ڪري مون وراڻيو، "مهرباني! مون کي ايتري گهرج ڪونهي. خدا حافظ! "ايڊيٽر جواب ڏيندي چيو، "خدا حافظ" ۽ پنهنجي ڪم ۾ مصروف ٿي ويو ۽ آئون ٻاهر نڪري آيس.

مون سوچيو، ڪوشش ڪري هن جي لاءِ عام مذاق جون شيون لکندس. اهڙي شئي جيڪا کيس حيرت ۾ وجهي ڇڏي.

آئون رستي جي پر مان هلندو پي ويس تہ هڪ پاسي ليمپ جي

روشنيءَ ۾، هڪ عورت کي ڪارن ڪپڙن ۾ ٽنيي جي هيٺان بيٺل ڏٺم. هوءَ ڪيترا پيرا اڳ به ان هنڌ تي بيٺل نظر آئي هيم ۽ جڏهن به هن جي پر سان ٿي لنگهيس، هوءَ چپ چاپ هڪ طرف هلڻ تي لڳي. آئون ان پراسرار عورت جي ان حرڪت سبب حيران هئس. خبر ڪونهي، هوءَ ڪنهن سان ملڻ ايندي هئي ۽ مون کي ڏسي هڪ طرف هلڻ لڳندي هئي. ڪٿي هوءَ منهنجي لاءِ ته ڪونه ٿي اچي. جيڪڏهن ڪيس منهنجي مدد جي گهرج پوندي ته آئون خوشيءَ سان، ڪيس ڪم اچڻ جي لاءِ تيار آهيان. پر ڪهڙي قسم جي مدد؟ آئون ڪيس ڏيئي به ڇا ٿي سگهيس. آئون ساڻس گڏ ٿورو دور هلڻ جو ارادو ڪري ٿي سگهيس. پر بدقسمتيءَ سان منهنجا ڪپڙا انتهائي پراڻا ۽ واهيات هئا. ساڻس گڏ ڪنهن هوٽل ۾ وڃڻ جي لاءِ مون وٽ ڪجهه به نه هو. مفلسيءَ مون کي حد درجي جو ڍيٺو بنائي ڇڏيو هو ۽ منهنجي بک جو دورو پيهر شروع ٿي چڪو هو. ڪلهه شام ڪان وٺي مون ڪجهه به نه کاڌو هو. بهرحال اهو ته منهنجو معمول هو. آئون گهٽو ڪري ٻه ٻه ڏينهن لنگهڻ پيو هلندو هئس. البت سيءَ مون کي گهڻو ستائيندو هو. ڪمزوريءَ جي ڪري، سيءَ ۾ منهنجو جسم ڪنبڻ لڳندو هو. سڄي رات ڪروڏڙو ٿيو پيو هوندو هئس. ۽ صبح جو اٿندو هئس ته منهنجو نڪ بند هوندو هو. ڪا غير معمولي شيطاني قوت مون تي حاوي هئي. منهنجي مصيبت ختم ٿي نه پئي ٿي.

ها ته ڪارن ڪپڙن واري عورت جي ڳالهه ڪري رهيو هئس. اڄ جڏهن آئون هن وٽان لنگهيس ته مون همت ڪري چيو، ”سلام“ هن وراڻيو، ”وعليڪم سلام“ مون چيو، ”اوهان ڪنهن جي ڳولا ۾ آهيو... معاف ڪجو آئون ٿورو بي تڪلفيءَ سان پيش پيو اچان.“ هن وراڻيو، ”ڪا ڳالهه ڪونهي. دراصل آئون ايئن ئي بيٺي هُيس. ڪنهن جي ڳولا ۾ نه آهيان.“ سندس اها ڳالهه ٻُڌي مون کي سخت حيرت ٿي. مون هٻڪندي چيو، ”اچو ڪٿي هلي ڪجهه پيئون.“ ۽ مون کي دل ئي دل ۾ ان ڳالهه تي کل اچي ويئي.

هن وراڻيو. ”مهرباني! آئون پيئندي ناهيان. ها البت ايتري مهرباني ڪريو، جو موں سان گهر تائين گڏ هلو. اوندهه وڌي ويئي آهي ۽ مون کي هتي بيٺي ڪافي دير ٿي ويئي آهي.“

ان کان پوءِ اسين ٻئي گڏ هلڻ لڳاسين. هڪ نوجوان عورت جي قربت جي عجيب احساس مون کي گهيري ورتو. شگفته ۽ خوشگوار قربت. آئون سڄو رستو هن کي ڏسندو رهيس. هن جي وارن ۽ نقاب جي خوشبوءِ ۽ جوانيءَ جي مدماتي جوڀن مون تي ڄڻ جادو ڪري ڇڏيو هو. آئون بي وس ٿيو هلندو هليس. منهنجي رڳ رڳ هن جي حسن جي مهڪ سبب ٿڙڪي رهي هئي. هن جو منهن نقاب جي اندران هئڊو نظر اچي رهيو هو. منهنجي نظر هن جي ڇاتيءَ جي اڀار تي هئي ۽ آئون هن جي جسم جي باري ۾ سوچي رهيو هئس ۽ دل ئي دل ۾ خوشي محسوس ڪري رهيو هئس. هن جي قربت منهنجي لاءِ ناقابل برداشت ٿيندي پئي ويئي. مون هن جو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽ هن جي ڪلهن تي هٿ ڦيرڻ لڳس ۽ هلڪي مرڪ مرڪندي چيم، "تون ڪيڏي نه سهڻي آهين؟"

هن آهستي ورائيو، "سچي...!" ۽ پوءِ آئون هن سان گڏ بيٺو رهڻ جي باري ۾ سوچڻ لڳس. ممڪن آهي ته هن وٽ، ان ڳالهه جو ڪو سبب هجي. شايد هوءَ رات جو دير دير تائين ٻاهر گهمڻ ڦرڻ کي پسند ڪندي هجي ۽ آئون به ته رات جو دير تائين گهر ڪونه ويندو آهيان. منهنجي پڇڻ تي هن ٻڌايو ته، "آئون رات جو ٻارهين بجي کان اڳ سمهڻ پسند نه ڪندي آهيان. سينٽ آلف بلڊنگ ۾ رهندي آهيان."

"يلا جلي!" منهنجي وات مان هڪدم نڪتو.

"اوهان ڇا چيو؟" هن مون ڏانهن مڙي ڏسندي پڇيو.

مون ورائيو، "يلاجلي– اهو نالو مون کي وڻندو آهي."

اسين سڄو رستو ڳالهيون ڪندا پئي وياسين. هن ٻڌايو ته هوءَ گهر ۾ اڪيلي رهندي آهي. هن سان گڏ فقط هن جي ماءُ آهي. هن سان ڳالهائڻ وارو ڪوبه ڪونهي. ماءُ پوڙهي آهي. يلا ان حالت ۾ گهر ۾ رهڻ ڪنهن کي وڻندو.

مون ورائيو، "تون ٺيڪ ٿي چوين. گهر ۾ ويهي ويهي ماڻهو بيزار ٿي پوي ٿو."

مون ڏٺو ته هوءَ مرڪي رهي هئي. وري پڇيم، "ڇا تنهنجي ڪا ڀيڻ ڪونهي."

"ها! هڪ ڀيڻ اٿم. پر ڇوڪري ڪيئن خبر پئي ته منهنجي هڪ ڀيڻ

آهي؟.... هوءَ هن وقت هيمبرگ ۾ رهي ٿي."

مون ورائيو، "مون اندازو لڳايو ته تنهنجي هڪ ڀيڻ به آهي."

پوءِ اسين ٻئي خاموش هلڻ لڳاسين. اسان جي پر مان هڪ همراهه ڪچ ۾ جوتا دٻائي لنگهيو. باقي ڪنهن بني بشر جو نالو به نه هو. سڄو رستو سنسان پيو هو. دور ڪٿي رنگين ٿهڪ ٻري رهيا هئا. آسمان تي هلڪا ڪڪر هئا.

هن مون کان پڇيو، "اوورڪوٽ کان سواءِ توکي سيءُ ڪونه ٿو لڳي؟"

آئون سوچڻ لڳس ته کيس ٻڌائي ڇڏيان ته مون پنهنجو ڦاٽل ڪوٽ ڇو نه پاتو آهي. پر نه! کيس پنهنجي اندروني حالت ايترو جلد ڪيئن ٻڌائي ڇڏيان. هوءَ مون کان بيزار ٿي ويندي. هن سان گڏ هلڻ منهنجي لاءِ ڏاڍو وڻندڙ آهي. بهتر اهو آهي ته کيس اجان پنهنجي حقيقت کان واقف نه ڪيان.

نيٺ مون ڪوڙ ڳالهايو، "مون کي سيءُ ڪونه ٿو پوي." پوءِ ڳالهه جو رخ ڦيريندي چيم، "ڇا تو ٽيٽوولي جو راٽي باغ ڏٺو آهي." هن هڪدم حيرت جو اظهار ڪيو، "نه نه! ڇا واقعي اتي ڪا ڏسڻ جهڙي شئي به آهي؟"

۽ اهو ٻڌي آئون پاڻ گهبرائجي ويس. مون کي خيال آيو ته جيڪڏهن هو هلڻ جي لاءِ تيار ٿي وڃي ٿي ته اتي هڪ ته ڪافي رش هوندي ۽ ٻيو ته سهائيءَ ۾ منهنجي اصليت پڌري ٿي پوندي. آئون هنن ڪپڙن ۾، هن سان گڏ هلندي عجيب لڳندس. هوءَ به ڏسي وٺندي ته مون وٽ واسڪوٽي ڪونهي. مون کي ڪيتري نه ڦڪائي ٿيندي. اهو سوچي مون جلدي ورائيو، "نه! اتي باغ ۾ ڏسڻ جهڙي ته ڪا شئي ڪونهي... مون ايئن ئي پڇيو هو."

ان کان پوءِ خيال آيم ته مٿس پنهنجي اصليت ظاهر ڪري ڇڏيان، اگر ۾ ئي بک جي مصيبت ڪا گهٽ آهي، جو ٻي دوکي ۽ فريب جي عذاب ۾ ڦاسان. اهو سوچي مون چيو، "دراصل! توکي مون سان گڏ هيئن هلڻ نه گهرجي... آئون خود پنهنجي ئي نظرن ۾ ذليل آهيان.... منهنجا ڪپڙا ڏس.... آئون سچ ٿو چوان."

هوءَ منهنجي ڳالهه ٻڌي چرڪي، مڙي مون ڏانهن ڏٺائين ۽ ٿورو ٽهڪي چيائين، "تون نيڪ ٿو چوين." مون ورائيو، "تنهنجو مطلب ڇا آهي."

”نہ ڪجھہ بہ نہ!... تون هروپرو شرمندو پيو ڪرينءَ. اسين اڃان پري تائين نہ آيا آهيون،“ اهو چئي هن تيز تيز قدم کڻڻ شروع ڪري ڏنا.

اسين يونيورسٽي اسٽريٽ مان لنگهي. سينٽ آلف بلڊنگ طرف اچي وياسين. مون کيس چيو. ”معاف ڪجو! ڇا آئون اوهان جو نالو پڇي سگهان ٿو ۽ ڇا ٿوري دير جي لاءِ تون پنهنجو نقاب لاهيندينءَ تہ جيئن جدا ٿيڻ کان اڳ هڪ ڀيرو توکي چڱي طرح ڏسي وٺان. ان تڪليف تي آئون تنهنجو ٿورائتو رهندس.“

گهڙي کن ترسي هن وراڻيو، ”تون مون کي اڳ بہ ڏسي چڪو آهين.“

اهو ٻڌي منهنجي وات مان بي اختيار نڪتو، ”يلاجلي!“ هن پنهنجي ڳالهہ جاري رکندي چيو، ”اوهان الائجي ڇا چيو. اوهان کي ياد هوندو تہ هڪ ڏينهن دير تائين تو منهنجو پيڇو ڪيو هو ۽ منهنجي گهر تائين هليو هئين.... شايد ان ڏينهن تو گهٽو پيتو هو.“ هوءَ اهو چئي مرڪڻ لڳي.

مون وراڻيو، ”ها مون کي ياد آيو... بدقسمتيءَ سان ان ڏينهن آئون گهٽو پيتل هئس.“

چوڻ لڳي، ”توکي ائين ڪرڻ نہ کپي ها.“

۽ مون سوچيو، واقعي ان ڏينهن آئون سندس تعاقب ۾ انتہائي خراب حرڪتون ڪندو رهيو هئس.

بلڊنگ جي ويجهو پهچي اسين ٻئي بيهي رهياسين. هن چيو، ”هاڻ اوهان کي واپس وڃڻ کپي. اوهان جي وڏي مهرباني.“

آئون ونجي چڪو هئس. مون کي ڪجهہ بہ سمجهہ ۾ نہ پيو آيو. ان سهڻي من موهڻي عورت منهنجي هوش حواسن تي قبضو ڪري ورتو هو. آئون چپ چاپ بيٺو هن ڏانهن ڏسندو رهيس ۽ وڌيڪ دلير ۽ بي باڪ ٿيندو ويس. هوءَ سامهون واري بلڊنگ جي هڪ دريءَ کي تڪي رهي هئي. جنهن مان روشني ٻاهر اچي رهي هئي. دراصل منهنجي بي باڪيءَ جو سبب هي هو تہ هوءَ پنهنجي مٺي مٺي ڳالهين سان مون کي حوصلو ڏيئي رهي هئي. مون کيس ٻيهر نقاب مٿي کڻڻ جي لاءِ چيو. هن مرڪي وراڻيو، ”تون ڏاڍو هوشيار آهين. توکي ايستائين نقاب کڄڻ جو اوسيئڙو ڪرڻو پوندو. جيستائين سيءُ سبب

هٿڊبو ٿي نہ ٿو وڃين."

اسين ڪجھہ گھڙيون ايئن ٿي بينا ڪلندا ۽ مذاق ڪندا رهياسين. هن سان مون کي ڪافي فريَ ٿيڻ جو موقعو مليو. پوءِ هن مون کي بلڊنگ جي دروازي تائين هلڻ لاءِ چيو ۽ آئون ويس. هاڻي مون کي پنهنجي بي وسيءَ تي ڏاڍو ترس آيو. نيٺ بہ تہ هڪ ٿڪل ٽٽل، بکيو پينگو، ڪيستائين پنهنجي همت قائم رکي سگهان ها.

آئون هڪ حسين عورت جي سامهون بيٺو هئس؛ پر منهنجي بدن تي ڦاٽل ٽٽل ڪپڙا پيل هئا. پرپاسي ۾ بيو ڪير بہ نہ هو. رستو ويران هو. ان تي فقط هڪ فقير ۽ هڪ حسين عورت بيٺل هئا.

هن چيو، "لڳي ٿو منهنجي امڙ ڪنهن ويجهي مائٽ جي گھر ويئي آهي... دري مان روشني اچي رهي آهي. نوڪرياڻي خبر ڪونهي ڪٿي آهي. شايد امڙ اڄ رات اتي ٿي رهي."

هن جو جملو معنيٰ خيز ۽ وڏي حد تائين منهنجي جذبن جي آزمائش هو. هن مون کان پڇيو، "هاڻ تون ڪيڏانهن پيو وڃين." مون بنا سوچڻ جي وراڻيو، "جتي تون چوين– اتي هلان."

هن وراڻيو، "ان جو فيصلو ڪير ڪندو؟" ڪجھہ گھڙيون خاموشي رهي. پوءِ مون وري چيو، "تنهنجي دريءَ جي روشني ايندڙن جو سواگت ڪرڻ لاءِ جانچي رهي آهي."

"ها شايد نوڪرياڻي بہ ڪونهي. اهڙي وقت ۾ گھر ۾ اوندھہ اڪثر خطرناڪ ثابت ٿيندي آهي." هن وراڻيو.

مون هڪدم چيو، "پوءِ هلون نہ تنهنجي گھر، جيڪڏهن تون چاهيندينءَ تہ آئون دروازي وٽ ٿي ويٺو رهندس."

ايترو چئي تہ ويس. پر مون کي بيحد افسوس ۽ شرمندگي بہ ٿي، جو آئون حد کان اڳيان وڌي ويو هئس. ٿي سگهي ٿو، هوءَ چڙي پئي ۽ مون کي چڏي هلي وڃي، پوءِ آئون ڏاڍي اشتياق سان هن جي جواب جو انتظار ڪرڻ لڳس. هن وراڻيو، "نہ! توکي دروازي وٽ ويهڻون نہ پوندو."

ان کان پوءِ اسين چپ چاپ اڳيان وڌي گھر جون ڏاڪڻيون چڙهڻ

لڳاسين. اتي اوندهہ هئي. هن منهنجو هٿ پنهنجي هٿ ۾ ورتو ۽ منهنجي رهبري ڪرڻ لڳي. اسين اندر پهچي ڪمري ۾ گهڙياسين. هن ميڻ بتي ٻاري، ميڻ بتي ٻرندي ئي هن ڪلندي چيو، "مون ڏانهن نہ ڏسج! مون کي شرم ٿو اچي. ٻيهر ائين نہ ڪنديس."

"ڇا نہ ڪندينءَ؟" مون پڇيو.

"توکي ڇمي ڪانہ ڏينديس."

"ڇو نہ!؟"

پوءِ اسان ٻنهي ۾ ٿهڪڙو مچي ويو. مون جلدي پنهنجون ٻانهون ڍگهيريون. هو پاڻ بچائي ٻي طرف کسڪي ويئي ۽ ميز جي پويان وڃي بيٺي ۽ مون کي چوڻ لڳي، "مون کي جهل!" ۽ زور زور سان کلڻ لڳي. مون ڪيس پاڪرن ۾ پرڻ جي ڪوشش ڪئي. پر هوءَ ٽپ ڏيئي پريان وڃي بيٺي. هن جي منهن تي اڃان بہ نقاب پاتل هئس. ان پڇ ڊڪ ۾ هن نقاب جون ڏوريون ڍريون ڪري ڇڏيون. هن جو تيز ڇمڪندڙ اکيون منهنجو جائزو وٺي رهيون هيون. مون هڪ ڀيرو ٻيهر ڪيس جهلڻ جي لاءِ ٽپ ڏنو تہ منهنجو پير ترڪي پيو ۽ آئون ڪري پيس. منهنجي پير ۾ اڳ ئي ڌڪ لڳل هو. جيڪو هاڻ سور ڪرڻ لڳو. آئون گهبرائجي اتي ڪڙو ٿيس. هو چوڻ لڳي، "پالڻهار! تهنجو منهن ڪيترو نہ ڳاڙهو ٿي ويو آهي." ان ڪان پوءِ هوءَ مون ڏانهن ٻانهون ڍگهيري ڊوڙڻ لڳي ۽ اسين لڪ لڪوٽي ڪيڏڻ لڳاسين. هوءَ چوڻ لڳي. "مون کي ائين ٿو لڳي تہ تون منڊڪائي هلندو آهين. توکي ڪهڙي تڪليف آهي."

"ڪا خاص نہ! ڪيترا ڏينهن اڳ هڪ رات جو منهنجو پير گاڏيءَ جي هيٺان اچي ويو هو." مون وراڻيو. "هون! تہ ان رات تون گهٽو ٻي ويو هوندين. ڀلا تون اهڙي زندگي ڇو ٿو گذارينءَ. تون تہ اڃان نوجوان آهين... هائي اچ ويهہ!"

آئون ويهي رهيس. منهنجي دل زور زور سان ڌڙڪڻ لڳي. مون کي يقين ئي نہ پي آيو تہ اها حقيقت آهي. مون پنهنجو پاڻ کي ان حسين نوجوان ڇوڪريءَ جي محبت ۾ ڏسي، بار بار گمان پي ڪيو تہ اهو سپنو تہ ڪونهي. آئون عجيب قسم جي خوشي ۽ لذت محسوس ڪري رهيو هئس.

"تون ماڻ ۾ ڇو آهين..... ڳالهائينءَ ڇو نہ ٿو؟" هوءَ چوڻ لڳي.

”آئون تنهنجي حسن جي ساگر ۾ تيون هٽي رهيو آهيان.... تون ڪيڏي نہ سهڻي آهين. تنهنجون اکيون خوشنما ٽڙيل گل لڳي رهيون آهن. آئون توکي دل ۽ جان سان چاهيان ٿو. توتي فدا ٿي پيو آهيان، تون مون کي پنهنجو نالو ڪونہ ٻڌائيندينءَ؟“

”نہ! پهرين تون پنهنجو نالو ٻڌائي.“ هن ورائيو. ”خبر اٿئي! مون تنهنجو ڪهڙو نالو رکيو آهي. ”يلاجلي!“ ڪيترو نہ پيارو ۽ مترنم نالو آهي.“ مون ڳالهہ جو رخ بدلائيندي چيو.

”يلاجلي“ هن ورجايو.

”ها!“ مون جواب ڏنو.

”ڇا اهو ڪنهن ٻي زبان جو لفظ آهي.“ هن پڇيو.

”نہ.... ڪنهن تارين ٻوليءَ جو ڪونهي.“

”خراب نالو تہ ڪونهي.“

ڪافي دير تائين بحث ڪرڻ کان پوءِ مون کيس پنهنجو نالو ٻڌايو. هاٿي هوءَ ۽ آئون گڏ وينا هئاسين. مون ڏانهن ڏسي هن چيو، ”اڄ تہ تو شيو بہ ڪئي آهي.“، ”ان سان ڪهڙو ٿو فرق پوي. منهنجي حالت تہ منهنجي لباس مان پڌري آهي.“ مون ورائيو. ”ڇا سچ پچ تون غريب آهين؟“

”بيشڪ آئون هڪ نادار ۽ بدقسمت شخص آهيان.“ ٿوري دير خاموش رهڻ کان پوءِ هن چيو، ”آئون بہ ڏاڍي غريب آهيان.“

هن جي ڳالهين جو هڪ هڪ لفظ منهنجي لاءِ سرور وارو هو. مون چيو، ”ان پهرينءَ رات جڏهن تون مون کي ملين هئينءَ، جنهن جو تون هينئر ذڪر ڪيو، گهر وڃڻ کان پوءِ مون کي ننڊ ئي نہ پي آئي... خبر اٿئي مون ڇا ڪيو....؟ اکيون ٻوتي پنهنجي ٻانهن تنهنجي خوبصورت ڳچيءَ ۾ وڌم ۽ مون کي ننڊ اچي ويئي.“

”واقعي... تون مون کان پري ويهي بہ ايڏي جرئت ڪرينءَ ٿو... نہ تہ...“

”نہ تہ ڇا....؟ تون ڇا ٿي سمجهين. مون ۾ ايتري همت ڪونهي.“

”مون کي تہ اعتبار ئي نہ ٿو اچي.“ هوءَ چوڻ لڳي.

مون جلدي پنهنجي ٻانهن هن جي ڳچيءَ ۾ وڌي ۽ چيو، ”آئون سڀ ڪجهه ڪري سگهان ٿو.“

هن پنهنجي ان ڳالهه سان منهنجي همت کي للڪاريو هو. هن سمجهيو ٿي ته آئون ڊڄڻون آهيان. مون پنهنجي دل کي مضبوط ڪري ارادو ڪيو ته هن جي غلط فهمي دور ڪري ڇڏيندس. ۽ هن جو هٿ مضبوطيءَ سان جهلي ورتم. پر هن هوريان هوريان پنهنجو هٿ ڇڏيو ۽ مون کان هٽي پري ٿي ويٺي. آئون هن جي ان حرڪت تي ٿورو ڦڪو ٿيس ۽ ڪنگهندي دريءَ کان ٻاهر ڏسڻ لڳس. دراصل منهنجي اها ڪيفيت منهنجن ڪپڙن جي ڪري هئي. جيڪڏهن منهنجا ڪپڙا ٿورو به سٺا هجن ها ته آئون شريف انسان نظر اچان ها ۽ پوءِ سندس ان حرڪت جو جواب ڏيان ها. ان وقت مون کي پنهنجو گذريل وقت ياد آيو. جڏهن منهنجي حالت سٺي هئي ۽ شڪل ۽ صورت جي لحاظ کان به نيڪ نظر ٿي آيس، هن وقت آئون پنهنجي نظرن ۾ پاڻ ڪري چڪو هئس. هن منهنجي ڪيفيت کي سمجهي ورتو ۽ چوڻ لڳي، ”ڏٺي تو پنهنجي همت! توکي ڪوبه ٿوري ڳالهه تي بزدل بنائي سگهي ٿو. ٿوري دير ۾ ڪيئن نه ٿي وين!“ پوءِ هوءَ زور زور سان کلڻ لڳي ۽ پنهنجون اکيون بند ڪري ڇڏيائين. هن جي اها طنزيه کل مون کي ڏاڍي ناگوار لڳي ۽ منهنجي رڳ رڳ ۾ نئون جوش ۽ ولولو ڊوڙڻ لڳو.

”هون ته اها ڳالهه آهي... اڇهو تو ڏيکاريان توکي پنهنجي همت... هن پيري تون مون کان بچي نه ٿي سگهين.“ اهو چئي مون ڪيس پاڪرن ۾ پڪوڙيو. شايد هوءَ مون کي بلڪل اڻ تجربيڪار ۽ ڊڄڻو سمجهي رهي هئي. هاڻي ڪيس ٻڌايان ٿو ته آئون ڇا آهيان ۽ هن چاهيو به اهو ٿي. هن جي دل ۾ شيطاني جذبو ڇوليون هڻي رهيو هو. هوءَ اکيون ٻوٽيو چپ چاپ ويٺي رهي، ڄڻ هن پنهنجو پاڻ کي منهنجي حوالي ڪري ڇڏيو هو. هوءَ ڪجهه دير کان ان ڳالهه جي اوسيئڙي ۾ هئي ۽ ان لاءِ ئي مون کي چيڙي رهي هئي. مون ڪيس پوري طاقت سان پنهنجي پاڪرن ۾ پريو. هن جي دل جي ڌڙڪن تيز هئي ۽ هوءَ بلڪل خاموش هئي. البت هن جي ساهن جو ترنم ٻڌڻ ۾ پي آيو. مون هن جي چپن تي محبت جي مهر هنئي ۽ هوءَ هلڪو مرڪي ۽ ان انداز ۾ هوءَ

اجان بہ وڌيڪ سهڻي نظر اچڻ لڳي. آئون ڪيس الائجي ڪيترن ۽ ڪهڙن ڪهڙن نالن سان سڏيندو رهيس ۽ بي معنيٰ جملا چوندو رهيس. مون هوريان هوريان هن جي فراڪ جا ڪيترائي بٽڻ کولي ڇڏيا. نقاب لاهي اڇليم. هن پنهنجون ٻانهون منهنجي بدن تي وڻ ويڙهيءَ جيان ويڙهي ڇڏيون. هن پاڻ بہ ڪيترا ئي بٽڻ کولي ڇڏيا ۽ گهبرائڻ سان گڏ کلڻ بہ لڳي. آئون هڪ اڻ لکي سرور ۾ مبتلا ٿي ويس. هن ڪيترا پيرا مون ڏانهن ڏٺو، ڄڻ ڪجهہ چوڻ چاهيندي هجي. هن تي بہ هڪ نشو ڇانيل هو. اسين ٻئي ڪجهہ دير جي لاءِ مدهوش ٿي وياسين. ۽ پوءِ هوءَ گهبرائجي هڪدم ٽوٽين جي زور تي اوندي ٿي ويٺي ۽ پنهنجي جسم کي چڱي طرح ڍڪڻ لڳي. شايد ڪيس اوچتو خيال آيو تہ اسين ڪجهہ وڌيڪ اڳيان وڌي ويا آهيون. هوءَ ٽِپاڻ سنڀالي ليٽي پئي ۽ چوڻ لڳي.

”مون کي پنهنجي باري ۾ سڀ ڪجهہ سچ ٻڌائي. تون ڇا ڪندو آهين، ڪٿي رهندو آهين؟.... منهنجو خيال آهي تہ تنهنجي زندگي ڪافي ڪٺن آهي. ڪيئن... ائين ڪونهي ڇا؟“

ان هن جون اهي ڳالهيون مون کي اصل نہ ٻي وڻيون. هن مون بابت اهو اندازو ڪيئن ڪيو؟ هوءَ مون کي ڇا ٿي سمجهي؟ مون گهٽ ۾ گهٽ هن جي نظرن ۾ پنهنجو پاڻ کي سرخرو ثابت ڪرڻ ٿي چاهيو ۽ ڪيس يقين ڏيارڻ ٿي چاهيو تہ هوءَ جنهن شخص جي پاسي ۾ هن محل سُتي پيئي آهي، اهو ايترو ذليل ڪونهي. آئون پنهنجي غربت جي باري ۾ تہ اڳ ئي ڪيس ٻڌائي چڪو هئس. ۽ پنهنجي ذلت ۽ خراب حالي جي حال بہ صاف صاف ٻڌائڻ ٿي چاهيم تہ آئون ڪو بدڪردار ذليل انسان ناهيان.

تنهنڪري مون ڪيس پنهنجي حالت جو ذرو پرزو صاف صاف ٻڌايو ۽ اهو بہ چيم تہ توکي اهو سڀ ڪجهہ ان ڪري نہ پيو ٻڌايان تہ ڪو تون مون سان همدرديءَ جو اظهار ڪر. مون ڪيس اهو سڀ ڪجهہ ٻڌايو تہ مون پنج شلنگ چورايا. خيرات بہ گهريم، جيڪا نہ ملي. هوءَ چپ ويٺي منهنجون ڳالهيون ٻڌندي رهي ۽ کلندي رهي. ڪيس منهنجي هر ڳالهہ تي حيرت ٿي رهي هئي. ۽ ان ڳالهہ تي بہ حيرت ٿي رهي هئي تہ مون بنا ڪنهن هٻڪ جي

ڪيس پنهنجو سڄو ڪچو چٺو ٻڌائي رهيو هئس. مون ڪيس چيو، ”مون محنت مزدوري ڪرڻ جي به ڪوشش ڪئي، جيڪا نه ملي. نوڪري ڳولهيندي ڳولهيندي منهنجون جتيون گسي ويون آهن، پر ڪجهه به نه مليم. پر هاڻ اهو دور گذري چڪو آهي. هاڻ آئون هڪ نئين جوش، اُمنگ ۽ ولولي سان زندگي شروع ڪرڻ جو ارادو ڪري رهيو آهيان. آئون صحافت تي لعنت ٿو وجهان، بس ڪو نئون ڪم- نئين محنت، جنهن سان زندگي واقعي زندگي هجي.“

هن وراڻيو، ”خدا محفوظ رکئي!“ اهو چئي هوءَ مون کان ڏار ٿي ويئي ۽ جلدي جلدي پنهنجي فراڪ جا بٽڻ هنيائين. مون وري دل لڳي شروع ڪري ڏني. ڪيس بار بار ڪتڪتايون ڪيم. آئون اندر ئي اندر ۾ سڙي رهيو هئس ته هوءَ مون کان ڌار ٿي ڪيئن ويئي ۽ فراڪ جا بٽڻ ڇو هنيائين؟ ڇا هوءَ مون کي بلڪل ناڪارا ٿي سمجهي. جيڪڏهن آئون شاندار لباس پهريان ها ته هوءَ منهنجو قدر ڪري ها. پوءِ هوءَ مون کي پاڻ سان گڏ ڇو وٺي آئي ۽ پاڻ سان فري ٿيڻ جو موقعو ڇو ڏنو؟ هاڻي مون ڏانهن ڌيان ڇو نه ٿي ڏي؟ اهو سوچيندي آئون هن کي ڇهڻ ٿي ويس ۽ ڪيس پٽڻ کوندڻ شروع ڪيم. هوءَ اٿي صوفا تي وڃي ويٺي. مون هن وٽ صوفا تي وڃي ڪيس صوفا تي ڪيرايو. هوءَ رڙيون ڪرڻ لڳي، ”نيٺ به تون ڇا ٿو چاهين؟... هي ڪهڙو ظلم آهي.“

عجيب ڳالهه آهي. ياالٰهي! هيءَ ڪهڙو ظلم آهي. هيءَ ڇوڪري مون کي پاڻ سان گڏ وٺي آئي. مون سان فري ٿي ۽ هاڻ هڪدم لاتعلق ٿي پڇي ٿي ”ڇا ٿو چاهين؟!“ آئون ڪيس ڇا ٻڌايان ته آئون ڇا ٿو چاهيان. پهرينءَ ته هوءَ مون کي ٻُڌائي ته هن مون کي پاڻ سان گڏ ڇو آندو.... آخر هوءَ مون کان ڇا ٿي چاهي.“

اهو سوچي آئون هن تي شروع ٿي ويس. ”نه.... نه....“ هن چيو.

”ڇو نه؟“ مون وراڻيو.

چوڻ لڳي، ”منهنجي ڳالهه ٻُڌ... مون کي اها به خبر ڪونهي ته تون ڪير آهين. چريو آهين يا صحيح...!“

”تون مون کي بيوقوف پيئي بنائين.“ مون چيو.

”نه!... واقعي تون مون کي عجيب ماڻهو نظر پيو اچين. سچ پچ ته آئون

تو کان ڊڄان ٿي."

سندس اهي ڳالهيون ٻڌي مون کي خيال آيو تہ مون کي هن کي ڇڏڻ نہ گهرجي. جيڪو ڪجهہ ٿي سگهي ٿو، اهو ڪري وٺان. هوءَ لڳاتار مزاحمت ڪري رهي هئي، پر مون پوري قوت سان هن تي قابو پائي کيس بي وس ڪري ڇڏيو. هوءَ مجبور ٿي ويٺي ۽ چيائين، "تون مون کي اڪيلو ۽ لاچار ڏسي، مون تي ظلم ڪري رهيو آهين. ٺيڪ آهي تنهنجي مرضي. جيڪو وڻئي سو ڪر، آئون بيوس آهيان."

هن جي اها ڳالهہ ٻڌي منهنجو سڄو جوش ٿڌو ٿي ويو. هڪ نازڪ حسينہ ايتري بي وسيءَ جو مظاهرو ڪري، پنهنجو پاڻ کي منهنجي حوالي ڪرڻ تي مجبور هئي. منهنجي اندر جو انسان جاڳي پيو ۽ جنهن شيطاني قوت مون تي غلبو ڪري ورتو هو. تنهن جو غلبو ڇڏائڻ جي لاءِ اٿي کڙو ٿيس. آئون سخت شرمندو هئس. من ۾ آيم تہ هن حسينہ جي قدمن ۾ سر رکي روئڻ لڳان. آئون صوفي کي پٺي ڏيئي، چپ چاپ ويهي رهيس. هاڻي آئون بي وس ڪجهہ بہ ڪري نہ سگهيس. مون کي خوشي هئي تہ پنهنجو پاڻ کي اهڙي طرح ملوث ٿيڻ کان بچائي ورتم. هن پٺ تي لڳل گهڙيال کي ڏٺو ۽ ڇرڪي پيئي، "اوهہ! صبح ٿيڻ وارو آهي. نوڪرياڻي ايندي هئي. شايد امان بہ اچي وڃي."

آئون ان جو مطلب سمجهي ويس ۽ اُٿي کڙو ٿيس. هن پڇيو: "ڪيڏانهن پيو وڃين!"

آئون دروازي ڏانهن وڌندي سوچڻ لڳس تہ ڇا هوءَ مون کان موڪلائڻ بہ نہ ٿي چاهي. نہ مون سان هٿ ملائيندي ۽ نہ وري چمي ڏيندي. گڏوگڏ مون کي اهو بہ خيال آيو تہ گهٽ ڪري منهنجو ۽ هن حسينہ جي ملاقات جو ڪو نتيجو نہ نڪرندو آهي. تنهن هوندي بہ هيءَ منهنجي رستي ۾ ڇو ٿي اچي. آئون کيس پاڻ کان سواءِ وڃائي وڃي رهيو هئس. ويندي ويندي مون کيس اهڙي ڳالهہ چوڻ ٿي چاهي جيڪا هن جي دل ۾ چُڀي وڃي. اهڙو جملو، جنهن کان متاثر ٿيڻ کان سواءِ هوءَ رهي نہ سگهي. پر آئون پنهنجو پاڻ ۾ ڪوئجي ويس. مون کي ايئن خاموشيءَ سان ويندو ڏسي هن تي ڪجهہ نہ

ڪجهہ اثر ضرور ٿيو. هو جلدي اڳيان وڌي ۽ منهنجي ويجهو اچي چوڻ لڳي،
”خدا جي واسطي مون کي معاف ڪري ڇڏ. مون تنهنجي لاءِ چرئي جو لفظ
استعمال ڪري تنهنجي دل ڏکائي اهي. آئون معافي ٿي مڱان.“ مون ڪوبہ
جواب نہ ڏنو. شايد منهنجي ماڻ جو سبب منهنجي غربت هئي. جنهن جو ان
وقت مون کي بار بار احساس ٿي رهيو هو. چيو ويندو آهي تہ هڪ غريب
دانشمند ڪنهن امير دانشمند کي بهتر مشاهدي جي قوت رکي ٿو. ڇو تہ
غريب وک وک تي پنهنجو پاڻ تي نظر ٿو رکي. هو وڌيڪ حساس هوندو
آهي. هن جي روح ۾ باهہ پريل هوندي آهي. مون اهو سڀ ڪجهہ ڪيس چئي
ڇڏيو. اندازو ٿيم تہ هوءَ منهنجي ڳالهين جي ڪري بي چين ٿي رهي هئي ۽ بار
بار پنهنجا هٿ مهٽي رهي هئي. مون آخري جملو ڪيس مخاطب ٿيندي چيو،
”خدا توکي خوش رکي. تو منهنجي جيون کي اڳ کان بہ وڌيڪ اذيت ناڪ
بنائي ڇڏيو آهي.“ اهو چئي آئون جلدي جلدي دروازي مان ٻاهر نڪري
ويس. هوءَ ڊوڙي مون ڏانهن اچڻ لڳي. پر آئون تڪڙو تڪڙو ڏاڪڻيون لهڻ
لڳس. مون کي هن جو آواز ٻڌڻ ۾ آيو، ”ٻڌ نہ!... ٿورو بيهہ منهنجي ڳالهہ ٻڌ.“

پر آئون چپ چاپ ٻاهر هليو آيس. مون کي ايئن محسوس ٿيو ڄڻ هوءَ
ڊوڙندي ڏاڪڻيون لهي رهي هئي ۽ چئي رهي هئي:

”ٻُڌ! آئون تو سان پيار ٿي ڪريان... تون پلي ڇا بہ هجين. مون کي
توسان محبت آهي.“

مون ٻاهر اچي رستي تي ڊوڙڻ شروع ڪيو تہ ڪٿي متان هوءَ منهنجي
پويان نہ لڳي ۽ پوءِ مون کي ٻيهر واپس وڃي، انهن عذاب ۾ مبتلا نہ ٿيڻو پوي
۽ نيٺ آئون پڄندو پڄندو پنهنجي گهر اچي ويس. ان وقت گهڙيال صبح جا
ڇهہ وڄايا هئا ۽ منهنجي دل جون تارون وڄي رهيون هيون.

# (4)

ڪيترا هفتا گذري ويا. سردي وڌندي پئي ويئي. چوڌس ڌنڌ ۽ ڪوهيڙو ڇانئجندو پئي ويو، جنهن سان ڇڻ دم ٿي گهٽيو. پر منهنجي اندر جو ڪوهيڙو ان کان به وڌيڪ هو. جنهن جي نه ڪا موسم هئي ۽ نه ڪو زمانو. اهو ته سدا بهار هو. آئون گهر ڌڻياڻيءَ سان حساب چڪتو ڪرڻ کان پوءِ اتان هليو آيو هئس. ان وچ ۾ مون ڪيترائي مضمون لکيا ۽ مون کي انهن جو معاوضو مليو. ان مان ڪاٺڻ پيٽڻ جو سلسلو به هلندو رهيو.

هاڻي آئون هڪ 'سراءِ' ۾ رهڻ لڳو هئس. معاوضي جي رقم ختم ٿيندي پئي ويئي ۽ ويجهڙ ۾ ڪجهه ملڻ جي ڪابه اميد نه هئي. سراءِ جي مالڪياڻي مون کي ڪاٺڻ جي لاءِ ڏيئي رهي هئي ۽ گڏوگڏ پئسن جي تقاضا به ڪندي پئي ويئي. آئون هر روز ڪيس اهو ڏڍو ڏيئي ٽاري ڇڏيندو هئس ته بس اڄهو ٿي مون کي پنهنجي هڪ شاندار مقالي جي معاوضي جي وڏي رقم ملي. ان مان تنهنجي بل سان گڏ ڪجهه اڳوات سوڻي به ڏيئي ڇڏيندس.

انهن ڏينهن آئون هڪ شاهڪار هنگامه خيز ڊرامو لکڻ جي فڪر ۾ هئس. جنهن جو عنوان مون "باهه" تجويز ڪيو هو. پر سراءِ جي هُل ۽ هنگامي ۽ مالڪياڻيءَ ۽ سندس مڙس جي پاڻ ۾ جهيڙي ۽ سندن ٻارن جي رڙين ۽ ڪيڪن مون کي هڪ گهڙيءَ جي لاءِ به سڪون سان ويهڻ نه ڏنو. آئون ٻاهر وڃي ڪنهن پارڪ وغيره ۾ به اهو ڊرامون مڪمل ڪري ٿي سگهيس. پر الائجي ڇو انهن ڏينهن منهنجو موڊ نه پئي ٿيو. ٿوري اُتساهه جي ضرورت هئي ۽ اهو شاهڪار مڪمل هو. جنهن جي باري ۾ منهنجو يقين هو ته ان جو چڱو موچارو معاوضو ملندو. ان سراءِ جي به عجيب ڪيفيت هئي. ان ۾ ڪجهه ڪمرا هئا، جن ۾ مسواڙين کان سواءِ ٻن ڪمرن ۾ گهر ڌڻياڻي جو گهراڻو به رهندو هو. هڪ ڪمري ۾ هن جو پوڙهو پيءُ پلنگ تي پيو ڪنگهندو رهندو هو يا پنهنجي ننڍن پوٽن ۽ پوٽين کي رڙيون ڪندو سڏيندو يا

گاريون ڏيندو رهندو هو. ٻارن جو هر وقت گوڙ لڳو پيو هوندو هو. ٻي ڪمري ۾ مالڪيائيءَ جو مڙس هر وقت ڪجھ ماڻهن سان ويٺو تاش کيڏندو هو. هو ڪنهن نہ ڪنهن کي پاڻ سان تاش کيڏڻ لاءِ سڏي وٺندو هو ۽ وقت گذارڻ جي مشغلي طور تاش جي بازيءَ ۾ مصروف رهندو هو. ڪجھ ٻار هن جي ڪمري ۾ بہ اچي کيڏڻ لڳندا هئا. انهن ٻارن جو تعداد معمول کان وڌيڪ هو. جن جو مختلف عمريون هيون. مالڪڻ چڱي موچاري صحتمند هئي ۽ هر وقت جهومندي هيڏانهن هوڏانهن هلندي ڦرندي ڪم ڪار ڪندي رهندي هئي ۽ ان دوران مون وٽان لنگهندي چوندي هئي، "اڙي ميان! آئون ڪنهن کي اوڌر رکندي ناهيان. بس توکي الائجي ڪيئن اوڌر ڏني اٿم.... هاڻي جلدي ڪٽان پٽ سٽَ ڪري منهنجو بل ڏي." ۽ آئون ڪيس معاوضي جو ذڪر ڪري دلاسو ڏيندو هئس.

هڪ ڏينهن ناشتي کان پوءِ آئون نئون خاڪو سوچڻ ۾ ڪامياب ٿي ويس ۽ لکڻ وينس تہ تيزيءَ سان لکندو ويس. آئون محسوس ڪري رهيو هئس تہ جيڪو ڪجھ لکي رهيو آهيان، اهو اعليٰ درجي جو هو. آئون هڪ ڪلاڪ تائين لکندو رهيس. اهو خاڪو هڪ ڪتابن جي واپاريءَ جي سڙندڙ دڪان جي باري ۾ هو. جتي ڪنهن سبب جي ڪري باھ لڳي ويئي هئي. مون ڏيکارڻ ٿي چاهيو تہ دوڪان ۾ ڪتاب نہ پر دانشورن جا دماغ سڙي رهيا آهن. پهرينءَ درجي جي انسانن جا دماغ ۽ دماغن جي سڙڻ کي مون جشن چراغان ڏيکارڻ ٿي چاهيو.

اوچتو منهنجي ڪمري جو دروازو کليو ۽ مالڪڻ طوفان بڻجي نازل ٿي. هن اچڻ شرط چيو، "هي ڪمرو توکي خالي ڪرڻو پوندو... اڄ هتي هڪ معزز مهمان اچي رهيو آهي... تون اسان جي ڪمرن مان ڪنهن هڪ ۾ سمهي سگهين ٿو." ۽ اهو چوندي هن منهنجو سامان ويڙهڻ شروع ڪري ڏنو. منهنجا هڙئي ڪاغذ ميز تان ميڙي سيڙي بنڊل ناهي ڪڇ ۾ منهنجي هٿ ۾ ڏنائين. منهنجي خوشگوار موڊ جون ڌجيون اڏي ويون. سڀ ڪجھ غارت ٿي ويو ۽ هيتري دير جي محنت تباھ ٿي ويئي. پر آئون ڪري بہ ڇا ٿي سگهيس. آئون هن جو قرضي جو هئس. تنهن ڪري هوءَ ٻي مسافر کي مون

تي ترجيح ڏيئي معزز ڇٽي رهي هئي. ايتري ۾ هڪ مزدور مٿي تي هڪ پيٽي ۽ ٻيو سامان کڻي اندر داخل ٿيو. ساڻس گڏ هڪ ٻيو نوجوان هو، جنهن جنهن جي قميص جي ڪلهن تي لڳل نشان مان ظاهر هو ته هو جهازي هو. مون سوچيو اهو جهازي شايد رات ترسڻ جي لاءِ آيو آهي ۽ صبح جو سوير هليو ويندو. بهرحال آئون مالڪيائيءَ سان گڏجي ڪمري ۾ هليو ويس، جتي مڙسهنس وينو ڪجهه ماڻهن سان پٽن کيڏي رهيو هو. هن مون طرف ڪو به ڌيان نه ڏنو. مون هڪ پاسي ويهي پنهنجي مضمون جي مسودي جا صفحا درست ڪيا ۽ انهن کي ترتيب سان رکي ٻيهر لکڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. پر هاڻ اهو ممڪن نه هو. منهنجا خيال منتشر ٿي چڪا هئا. نيٺ ڪاغذن جي ڏڳ کي هڪ طرف رکي آئون ٻاهر نڪري ويس. سراءِ جي دروازي تي بيٺو هئس جو منهنجو هڪ پراڻو واقف نظر آيم. هو مون سان بيهي ڪچهري ڪرڻ لڳو.

”اڄڪلهه ڇا پيو ڪرينءَ؟“ هن پڇيو.

مون وراڻيو، ”هڪ تحقيقي مقالو لکي رهيو آهيان ”صليب جو نشان“ اهو وچينءَ وانداهي دور جي هڪ تاريخي واقعي بابت آهي.“

”موضوع ته ڏاڍو سٺو آهي. پر ڇا توکي پڪ آهي ته تون اهو لکڻ ۾ ڪامياب ٿي ويندين.“

”ڇو نه!.... منهنجي لاءِ اها ڪهڙي وڏي ڳالهه آهي. هفتي کن ۾ تون اهو اخبارن ۾ پڙهندين.... اهو منهنجي شهرت کي آسمان تائين پهچائي ڇڏيندو.“ مون وراڻيو.

اسين اڃان اهي ڳالهيون ڪري رهيا هئاسين. جو ڪجهه پريرو هڪ ڳاڙها ڪپڙا پاتل عورت، ڪنهن امير ماڻهوءَ سان کلندي ڳالهيون ڪندي لنگهي رهي هئي. منهنجي دوست ان جوڙي طرف ڏنو. ڳاڙهن ڪپڙن واري عورت اشاري سان مون کي سلام ڪيو، مون هٿ لوڏي کيس جواب ڏنو. اهو جوڙو نظرن کان اوجهل ٿي ويو. منهنجو دوست پڇڻ لڳو. ”خبر اٿئي اهو شخص ڪير هو؟“

”نه! مون کي خبر ناهي!“ مون وراڻيو.

وراڻيائين، ”اهو ڊيوڪ آهي ۽ ساڻس گڏ جيڪا مائي هئي سا سندس سُريت آهي. پر ان عورت توکي سلام ڪيو هو... ڇا تون کيس سڃاڻين ٿو؟“

مون ڳالهہ کي ٽارڻ جي ڪوشش ڪئي ”آئون تہ کيس ڪونہ سڃاڻان.... منهنجو خيال آهي، هن مون کي پنهنجو ڪو پراڻو شناسا سمجهيو هوندو.“

”پر تو بہ تہ کيس سلام جو جواب ڏنو هو.“ هن وراڻيو.

”بس ايئن ئي منهنجو هٿ مٿي کڄي ويو هو.“ وراڻيم. پر پوءِ آئون دل ئي دل ۾ ڏاڍو ڦڪو ٿيس ۽ سوچڻ لڳس تہ واقعي مون هن جي سلام جو جواب ڏنو. مون کي ايئن نہ ڪرڻ کپي ها. لڳي ٿو اِها ڇوڪري هاڻ اُها نہ رهي آهي، جنهن سان ان رات آئون مليو هئس. اُهائي ڪاري نقاب واري، جيڪا مون کي پنهنجي گهر وٺي ويئي هئي. هاڻي تہ هن سڀ حجاب ڇڏي ڏنا هئا. شايد ڊيوڪ پنهنجي دولت جي ٻل تي کيس پنهنجي ابوالهوس جو نشانو بنائي ڇڏيو هو. دولت هن جي غربت تي غالب اچي ويئي. بهرحال مون کي افسوس ٿيو ۽ آئون پنهنجو ڌيان هٽائڻ جي ڪوشش ڪرڻ لڳس. منهنجو دوست هِتان هُتان جون ڳالهيون ڪري روانو ٿي ويو ۽ آئون دل ئي دل ۾ ڳاڙهن ڪپڙن واري عورت جي باري ۾ سوچيندو رهجي ويس. پوءِ آئون سراءِ جي اندر هليو ويس. هاڻي مون مالڪياڻيءَ کي چيو تہ مون کي ڪٿان ڪان هڪ ليمپ هٿ ڪري ڏي. ڇو تہ مون کي هڪ نهايت اهم مضمون لکڻو آهي. آئون سڄي رات لکندس ۽ هڪ منٽ بہ سمهڻ کان سواءِ، صبح تائين اهو ختم ڪري، ايڊيٽر جي حوالي ڪندس. پر هن وٽ ڪوبہ فالتو ليمپ نہ هو. هن چيو، ”جيڪڏهن تون رات جو ٻارهين بجي تائين انتظار ڪري سگهين تہ رڌڻي جو ليمپ توکي ملي سگهي ٿو.“ پر آئون ٻارهين بجي تائين ڇا ڪريان ها. نيٺ طئي ڪيم تہ ميڻ بتيءَ سان ڪم هلايو وڃي. پر سراءِ ۾ ميڻ بتي نہ هئي ۽ مون وٽ بازار مان خريد ڪرڻ جي لاءِ پئسا ڪونہ هئا.

ڏاڍي سوچ ۽ ويچار ڪان پوءِ آئون مالڪڻ جي ڪراڙي ٻيءَ جي ڪمري ۾ وڃي وينس ۽ هن جي خفگيءَ جي پرواهہ ڪرڻ ڪان سواءِ پنهنجو مضمون لکڻ شروع ڪري ڇڏيم. آئون ڪاغذن کي پنهنجن گوڏن تي رکي ويهي لکڻ لڳس. ايتري ۾ مالڪڻ جون ٻارڙيون اندر اچي ويون ۽ ٻليءَ سان کيڏڻ

لڳيون. آئون انهن ڏانهن ڏيان ڏيڻ ڪان سواءِ لکڻ جي ڪوشش ڪندو رهيس. انهن ٻارڙين پنهنجي پوڙهي ناني کي ڪتڪتايون ڪرڻ شروع ڪري ڏنيون. ڪراڙو ڪين گاريون ڏيندو، ڌڙيندو داڙيندو رهيو. هاڻي هتي منهنجو لکڻ ڪٿي ممڪن هو. جيتوڻيڪ مون ڪافي ڪوشش ڪئي پر بيڪار- دماغ بلڪل بند هو، هڪ لفظ به نه لکي سگهيس. آئون ڪنهن کي ڪجهه چئي به نه ٿي سگهيس. ڊپ هئم ته متان مون کي سراءِ مان ئي ٻاهر نه ڪڍيو وڃي. آئون ٻڌتر جو شڪار هئس ۽ بار بار دل ۾ پئي آيم ته انهن ننڍڙن کي به چار لپاٽون هڻي ڪمري مان ٻاهر ڪڍي ڇڏيان. ڪاش! مون وٽ ان محل ڪو تالو هجي ها، جيڪو آئون سراءِ جي ٻاهران لڳائي چاٻي ڪٿي ڦٽي ڪري ڇڏيان ها ته جيئن ٻارڙين کي سزا ڏيڻ تي ڪير به مون کي سراءِ مان ٻاهر ڪڍي نه سگهي ۽ آئون محفوظ رهان. پر مون وٽ سواءِ ان جي ٻيو ڪو چارو به نه هو ته هر مصيبت ۽ توهين کي صبر سان سهندو رهان. ان جي باوجود به مالڪڻ متان اچي ڪڙڪي ۽ واڪو ڪندي چيائين، ”اج رات پلي هتي گذار. صبح جو يا ته مسواڙ ادا ڪر يا پنهنجو بندوبست ڪنهن ٻي هنڌ ڪر.“ آئون چپ چاپ اها ڌمڪي ٻڌندو رهيس. ان جي باوجود به هوءَ ٿورو مکڻ ۽ ڊبل روٽي مون وٽ ڪٿي آئي. پر مون اهو کائڻ کان نابري واري. منهنجي دل ڪچي ٿيڻ لڳي. آخر ذلت جي ته ڪا حد ٿيندي آهي. ”آئون ٻاهران ماني کائي آيو آهيان.“ مون ورائيو. هوءَ خاموشيءَ سان مکڻ ۽ ڊبل روٽي کڻي هلي ويئي ۽ آئون هڪ طرف ليٽي پيس ۽ ڪپڙا بدلائڻ کان سواءِ ئي سمهي پيس. سڄي رات سيءُ ۾ وٽبو سٽبو رهيس. پوءِ صبح جو سوير اٿي مالڪڻ جي منهن تي پوڻ کان سواءِ ئي پنهنجو سامان کڻي سراءِ مان ٻاهر نڪري ويس. آئون رستي تي هلندو پئي ويس. سيءُ منهنجي نس نس ۾ گهڙي ويو هو. آئون سڄي رات صحيح نموني سمهي نه سگهيو هئس. منهنجون اکيون ننڊ سبب بار بار بند پئي ٿيون، راتوڪو بکايل به هئس. پر ايتري بک ته منهنجي لاءِ معمولي هئي. هلندي هلندي رستي جي ڪناري تي ٺهيل هڪ بئنچ تي ويهي رهيس ۽ اوٻاسيون ڏيڻ لڳس. ان حالت ۾ ويٺي ويٺي واڻهڙن جا آواز منهنجي ڪنن تي پوڻ لڳا ۽ مون اکيون کولي ڇڏيون. هاڻي سج ڪاپار تي

اچي چکو هو. اُس بہ ڪافي هئي. اڄ ڪوهيڙو ڪونہ هو. آسمان بہ صاف هو. نيٺ آئون هلڻ لڳس. سج جي تَڙڪي منهنجي جسم ۾ حرارت پيدا ڪري ڇڏي. مون کي هڪ هڪ ڪري گذريل ڪجهہ عرصي ۾ مون کي پيش آيل حادثن جو خيال اچڻ لڳو ۽ منهنجا لڙڪ وهي آيا. هڪ واٽهڙو مون کي روئيندو ڏسي پڇيو، "ڇو... توکي ڇا ٿيو آهي؟" مون کيس ڪوبہ جواب نہ ڏنو. کيس ڇا چوان ها تہ مون کي ڇا ٿيو آهي.

هلندي هلندي آئون سمنڊ جي پل تي اچي پهتس. هڪ وڏو دُخاني روسي جهاز سمنڊ ۾ بيٺو هو. مون ان جو نالو پڙهيو. ان تي جيڪو ڪم تي رهيو هو، ڪافي دير اهو بيٺو ڏسندو رهيس. اوچتو مون کي خيال آيو تہ آئون پنهنجي اڻ پوري ڊرامي جو ڪجهہ حصو هتي ويهي ڇو نہ لکي وٺان. اهو سوچي کيسي مان پنو ۽ پينسل ڪڍي لکڻ شروع ڪري ڇڏيم ۽ اڌ کن صفحو لکي ويس. پر ان کان اڳيان لکڻ منهنجي لاءِ ممڪن نہ هو. آئون سوچڻ لڳس تہ ڪا اهڙي ڪنڊ ملي وڃي، جتي ويهي آرام سان پنهنجو ڊرامون لکي سگهان. ڇو تہ پل تي ڪافي رش هئي. مون کي پڪ هئي تہ هي ڊرامون مون کي دولتمند بنائي ڇڏيندو ۽ منهنجي شهرت چوڏس پکڙجي ويندي. پر منهنجي سوچڻ سان ڇا ٿي ٿيو. هن کان اڳ مون جيڪو ڪجهہ سوچيو هو اهو ڪڏهن ٿيو هو؟ خيال آيم تہ ڀيهر سراءِ ۾ موٽي وڃان. پر اهو سوچي ڪنبي ويس تہ هاڻي اتي وڃڻ بيحد ذلت وارو هو. مون پاڻ کي سراءِ ڏانهن رخ ڪرڻ کان باز رکڻ جي لاءِ ڏاڍو آماده ڪيو، پر اڻڄاتائيءَ ۾ ان پاسي مڙيس ۽ اوڏانهن هلڻ لڳس. مون ۾ غيرت ۽ حميت جي رتي بہ ڪانہ بچي هئي. نيٺ آئون سراءِ جي دروازي تي پهچي ويس ۽ اندر گهڙيس. مون سوچيو، ڪجهہ بہ ٿي پوي آئون هتي ئي رهندس. هڪ پيرو دل ۾ آيم تہ مالڪڻ جي منهن پوڻ کان سواءِ واپس هليو وڃان. پر وري خيال آيم نہ وڃان تو، سائس اهو بهانو ڪندس تہ ڪانئس موڪلائڻ آيو آهيان، پوءِ ڏسان تہ ڪهڙو ٿي ورتاءُ ڪري. آئون وڏي ڪمري جو دروازو کولي اندر گهڙي ويس. اتي مالڪڻ جو مڙس بيٺو هو ۽ سامهون واري پٽ جي سوراخ مان ٻي طرف جانچي رهيو هو. مون کي ڏسي هن مون کي ويجهو اچڻ جو اشارو ڪيو

۽ سرہاڻ ڪندي مون کي بہ اندر جانچڻ جو چيائين ۽ هوريان ڪلڻ لڳو. مون سوراخ مان جانچيو تہ بيب منظر ڏٺم. حضرت مسيح جي تصوير مان لڳ ديوار وٽ جيڪو هنڌ ڪٺولو پيو هو، تنهن تي مالڪڻ الف اگهاڙي پئي هئي ۽ ساڻس گڏ جهازي نوجوان ليٽيل هو، جيڪو هن کي پٺي ۽ ڪونڊي، پنهنجي هوس جو نشانو بنائي رهيو هو ۽ ہي هنڌ ڪٺولي تي مالڪڻ جو پوڙهو بيمار ہيءُ جهڪي انهن ہنهي کي تجسس مان ڏسي رهيو هو. آئون مالڪڻ جي مڙس طرف مڙيس ۽ ڏادي ڏکيائيءَ سان پنهنجي کل ضبط ڪري سگهيس. هن سرہاڻ ڪندي مون کي چيو، ”ڏٺئي! ڪراڙو ڪيئن نہ شوق سان اها حالت ڏسي رهيو آهي.“ ايترو چئي هو وري سوراخ مان اندر جانچڻ لڳو. آئون دري وٽ وڃي ويٺس، ان منظر منهنجا خيال ئي بدلائي ڇڏيا ۽ آئون اهو سوچي حيرت ۽ شرم ۾ ہڏي ويس تہ ان بي حيا عورت جو مڙس ڪيترو نہ بي حيا ۽ بي غيرت آهي. پر مون سوچيو بهرحال منهنجو ان معاملي سان ڪهڙو واسطو. ہيءُ، مڙس ۽ ڏيءُ جي وچ ۾ ڪهڙي نوعيت جا تعلقات ۽ مفاهمت آهي. ان ۾ منهنجو ڇا، ۽ آئون انهن جي وچ ۾ پوڻ وارو ڪير آهيان؟ مون جيتوڻيڪ پنهنجن خيالن ۾ يڪسوئي پيدا ڪرڻ جي ڪوشش ڪئي تہ اطمينان سان ويهي لکي سگهان، پر منهنجي دل ۾ طوفان متل هو. مالڪڻ جو مڙس لڳاتار سوراخ مان جانچي رهيو هو ۽ گڏوگڏ دہيل کل بہ کلي رهيو هو. آئون اتان اٿي دروازي جي ويجهو آيس. مالڪڻ جو مڙس لڳاتار مون کي پاڻ وٽ سڏيندو رهيو، پر مون هن ڏانهن ڪوبہ ڌيان نہ ڏنو. آئون اتان اٿي چپ چاپ پنهنجي اگوٺي ڪمري ۾ هليو آيس ۽ اطمينان سان ويهي رهيس. توري دير کان پوءِ پيرن جو ڪڙڪو ہڌم. ڪنڌ مٿي ڪئي ڏٺم تہ مالڪڻ ۽ جهازي ڪمري ۾ داخل ٿيا. منهنجي دل ڌڪ ۾ ٿڪائيءَ سبب ڏڪي ويئي. هاڻي خبر ڪونهي ڇا ٿئي. مالڪڻ حيرت مان رڙ ڪري چيو:

”خدا جي پناهہ!... تون هتي گهڻي دير کان ويٺو آهين.“ مون هڪندي چيو، ”معاف ڪجو....“ ان کان وڌيڪ هڪ اکر بہ ڪجي نہ سگهيس.

هن دروازي جا ہئي ط ليندي، هٿ سان ٻاهر اشارو ڪيندي چيو، ”جلدي ٻاهر نڪر... نہ تہ اجهو ٿي ليس کي سڏيان.“

آئون هڪدم اٿي بيٺس. مون پوري قوت سان لفظ ادا ڪرڻ تي چاهيا، پر رڳو بڙ بڙايو.

"دراصل آئون موڪلائڻ آيو هئس ۽ تنهنجو انتظار پي ڪيم. مون هتي جي ڪنهن به شئي کي هٿ نه لڳايو آهي."

جهازيءَ مداخلت ڪئي، "هن ۾ ڪهڙي خرابي آهي. هن تنهنجو ڪهڙو نقصان ڪيو آهي. ويچاري کي ڇو پيئي تنگ ڪرينءَ." پر ايتري دير ۾ آئون ڪمري مان ٻاهر نڪري آيو هئس ۽ اڳيان وڌي رهيو هئس. مون کي پويان مالڪڻ جي پيرن جو کڙڪو محسوس ٿيو. مون کي بيحد ڪاوڙ لڳي ۽ مون سوچي ورتو ته جي منهنجي سامهون آئي ته گارين جا دسَ چاڙهيندوسانس. هن مون کي ڇا سمجهيو آهي. بي حيا بد چلن. هوءَ مون کي گهر مان ايئن ڪڍي رهي آهي، جيئن رولو ڪتي کي ٻاهر ڪڍبو آهي. اسين ٻئي اڳيان پويان هلندا، ٻاهر اڱڻ ۾ اچي وياسين. مون مُڙي مالڪڻ ڏانهن ڏٺو ۽ ايان ڪيس ست سُريون ٻڌائڻ وارو ئي هئس، جو مون دروازي مان هڪ پٽيوالو اندر گهڙندي ڏٺو. هن ٽوپي لاهي مون کي سلام ڪيو ۽ منهنجو نالو وٺي مون بابت پڇڻ لڳو. هن جي هٿ ۾ هڪ لفافو هو. پٽيوالي لفافو مون کي ڏيکاريو. "اهو ته منهنجي نالي آهي." مون چيو. مون جلدي اهو لفافو کوليو ته ان ۾ ڏهه شلنگ جو نوٽ هو. ٻيو ڪو خط پٽ نه هو. مون حيرت مان پٽيوالي کي ڏٺو ۽ کيس چيو، "مون سان مذاق ڇو پيو ڪرينءَ... هي لفافو توکي ڪنهن ڏنو آهي."

هن جواب ڏنو، "آئون نالو ته ٻڌائي نه ٿو سگهان. پر اهو ٻڌائي سگهان ٿو ته هي لفافو هڪ عورت ڏنو آهي ته اوهان کي ڏيئي اچان."

پٽيوالو اهو چئي سلام ڪري هليو ويو ۽ آئون حيران ۽ پريشان بيٺو سوچيندو رهيس. ڪجهه به سمجهه ۾ نه پي آيم ته هن نموني ڏهه شلنگ موڪلڻ واري عورت ڪير آهي؟ مون پنهنجي دماغ تي وڌيڪ زور وجهڻ جي ڪوشش نه ڪئي ۽ لفافو ڪٺي سڌو مالڪڻ طرف ويس. هو پٽيوالي کي مون ڏانهن ايندو ڏسي، منهنجي پويان لڳڻ بدران واپس موٽي ويئي هئي ۽ ڪجهه پريرو بيٺي منهنجي ڇر پر کي ڌيان سان ڏسي رهي هئي. مون اهو لفافو اچلي

سندس منهن تي هنيو ۽ چيو، ”هي وٺ!... رن گڏهہ! تو مون کي ڇا سمجهيو آهي.... آئون پئسي کي ٿڪ بہ ڪونہ هڻان.“ مالڪڻ جلدي جلدي لفافو کوليو ۽ شلنگ ڏسي حيران ٿي ويئي. آئون ڪيس انهيءَ حال ۾ ڇڏي سراءِ مان ٻاهر نڪري آيس. آئون سڄو رستو ان لفافي ۽ ڏهن شلنگن جي باري ۾ سوچيندو رهيس. منهنجي سمجهہ ۾ نہ پئي آيو تہ اها مخير عورت ڪير آهي. جنهن مون کي ڏهہ شلنگ موڪليا، پر پنهنجو نالو بہ ظاهر نہ ڪيو. اها ڏاڍي عجيب ڳالهہ هئي. سوچيندي سوچيندي منهنجي زبان تي ”يلا ٻلي“ جو نالو اچي ويو. ۽ آئون ان ڳاڙهن ڪپڙن واري عورت جو خيال ڪري، ٿوري دير ان نقاب پوش ڇوڪريءَ جي تصور ۾ ڪوئجي ويس. مون سوچيو: هن مون کي ڏهہ شلنگ ڇو موڪليا آهن. ڇا هوءَ مون کي خيرات ڏيڻ ٿي چاهي؟ منهنجي توهين ڪرڻ ٿي چاهي، مون کي اها رقم واپس ڪرڻ کپي. پوءِ خيال آيم تہ واپس ڪرڻ جي ڪهڙي ضرورت آهي. جڏهن اها رقم مون کي موڪلي ويئي آهي تہ پوءِ مون کي قبول ئي ڪرڻ کپي. جيڪڏهن واپس ڪندس تہ هڪ عورت جي دل ٽٽي ويندي. بهرحال، ڪجهہ سوچ ويچار کان پوءِ مون ڏهن شلنگن جو خيال پنهنجي دماغ مان ڪڍي ڇڏيو. ٿوري دير کان پوءِ مون کي بک ستائڻ شروع ڪري ڏنو. ان وقت خيال آيم تہ ڇو نہ سراءِ وڃي مالڪڻ کان پنهنجو حساب چڪتو ڪيان ۽ ڏهن شلنگن مان باقي جيڪي پئسا بچن اهي وصول ڪريان... هرويرو جهڳڙو ٿيندو. باقي پئسا واپس ڪري الائجي نہ! حساب ڪتاب جي چڪر ۾ پوڻ فضول آهي. ان کان چڱو آهي تہ ڪنهن هنڌ ويهي پنهنجو اڌورو ڊرامون مڪمل ڪيان . اهو ڊرامون ڪنهن ٿيئٽر جي مالڪ کي وڪڻي مناسب رقم هٿ ڪريان. پوءِ، انهن پئسن مان هڪ ڳاڙهي رنگ جو جبو خريد ڪري اهو پائي ”يلا ٻلي“ جي گهر اڳيان لنگهان. هوءَ مون کي ڏسي حيران ٿي ويندي. پنهنجي ڊيوڪ کي وساري ڇڏيندي. آئون سوچڻ لڳس، هيءَ ڇوڪري ايترو جلد هيٺ ڇو ڪري پيئي. هن جي ڊيوڪ سان ملاقات ڪيئن ٿي؟ هن پنهنجو پاڻ کي اوباش ڊيوڪ جي حوالي ڇو ڪيو؟ پر هوءَ ڊيوڪ سان گڏ ويندي مون ڏانهن ڇو گهوري ڏسي رهي هئي. ڇا ڪيس شرم ۽ ندامت جو

احساس ٿي رهيو هو. بهرحال هن جي زندگي آلوده ٿي چڪي هئي. ڪيس ڊيوڪ مبارڪ هجي، خدا ڪري هوءَ خوش رهي. هڪ ڏينهن جڏهن آئون ڳاڙهو ڪرتو پائي هن جي گهر جي اڳيان لنگهندس ته هوءَ مون کي سلام ڪندي ۽ آئون هن جي سلام جو جواب نه ڏيندس. هن ڏانهن ڏسندس به ڪونه!

انهن خيالن ۾ گم آئون الائجي ڪٿان ڪان ڪٿي وڃي نڪتس. ڪافي دير تائين هيڏانهن هوڏانهن گهمندو رهيس. دراصل آئون پنهنجي بک کي وندرائي رهيو هئس. پر مون کي بار بار "يلا جليءَ" جو خيال ڇو ٿي آيو؟ ڇا آئون هن سان محبت ڪرڻ لڳو آهيان؟ توبه ڙي منهنجا رب!... هڪ انسان بکيو ۽ محبت؟ محبت جو حق ته فقط ڊيوڪ قسم جي انسان کي ٿي سگهي ٿو، جيڪو پنهنجي دولت جي ٻل تي عشق ۽ محبت، حسن ۽ جمال جا دائمي حق خريد ڪري ٿي سگهيو.

هلندي هلندي مون کي هڪ پوليس وارو مليو. مون هن کان ٽائيم پڇيو. هن پنهنجي کيسي مان گهڙي ڪڍي ڏسي ٻڌايو ته چار ٿيا آهن. مون هن جو جملو ورجايو. هو مون ڏانهن گهوريندو رهيو. شايد ان ڪري به ته مون هن کان اڳ رستي هلندي پنهنجا هٿ ۽ پير هلايا هئا. اهو ان ڪري ٻي ڪيم جو مون کي بک ستائي رهي هئي ۽ آئون کيس ٽارڻ جي ڪوشش ڪري رهيو هئس. گڏوگڏ پنهنجي ڊرامي کي مڪمل ڪرڻ جو به سوچي رهيو هئس. پر منهنجي خيال ۾ يڪسوئي پيدا نه ٿي ٿي، جو آئون ڪنهن هڪ هنڌ ويهي يڪ منو ٿي لکي سگهان ها. منهنجي خيال ۾ هڪ به چست جملو نه آيو. منهنجي دماغ کي ڀانت ڀانت جي خيالن گهيري ورتو هو. ايئن ٻي لڳم چڻ ڪجهه لکيو ئي نه اٿم. نيٺ تنگ ٿي مون لکيل ڪاغذ ڦاڙي ٽڪرا ٽڪرا ڪري ڇڏيا ۽ هوا ۾ اڏائي ڇڏيم. پوءِ پنهنجي ٽوپي لاهي هيٺ پٽ تي اڇليم ۽ ان تي بيهي زور زور سان نچڻ لڳس. پوليس وارو پريرو بيٺو منهنجون اهي حرڪتون ڏسي رهيو هو. ۽ حيران ٿي رهيو هو ته مون کي ڇا ٿي ويو آهي. شايد هو سوچي رهيو هو ته آئون چريو ٿي ويو آهيان. اهو خيال ايندي ئي مون کي جيل جي اونداهي ڪوٺيءَ جو خيال آيو ۽ آئون گهبرائجي ويس ته

ڪٿي اهو پوليس وارو مون کي جهلي جيل پيڙو نہ ڪري. مون هڪدم پنهنجي ٽوپي ڪنئي ۽ چنڊي ڦوڪي پنهنجي ٽنڊ تي رکي هڪ طرف هلڻ لڳس. پوليس وارو مون کي ڪافي پري تائين گهوريندو رهيو. جڏهن آئون پوليس واري جي نظرن کان اوجهل ٿي ويس تہ منهنجي پيٽ ۾ ساهہ پيو. هاڻ مون گنگنائڻ شروع ڪيو. اهڙي طرح گهمندو ڦرندو منڊيءَ تائين پهچي ويس ۽ اتي ماڻهن جي اچ وڃ ڏسڻ لڳس. ماڻهو خريد و فروخت ۾ مصروف هئا. اتان آئون پارڪ طرف هلڻ لڳس ۽ اتي پهچي هڪ بئنچ تي ليٽي پيس. هاڻ شام ٿي رهي هئي. آئون سوچڻ لڳس هاڻ ڇا ڪجي؟ ڪيڏانهن وڃجي؟ ڪائڻ پيئڻ لاءِ پلي ڪجهہ بہ نہ ملي، پر مٿو لڪائڻ لاءِ تہ ڪو ٺڪاڻو کپي ئي. مون کي هڪ پيرو خيال آيو تہ سراءِ ۾ موتي وڃان ۽ مالڪڻ کان باقي پئسن جي گهر ڪيان. هوءَ انهن پئسن ۾ مون کي هڪ رات جي طعام ۽ قيام کان انڪار نہ ڪندي. پر جنهن شان ۽ شوڪت سان هن جي منهن تي ڏهہ شلنگ وارو نوٽ هٿي آيو هئس، ان جي تقاضا اها هئي تہ ٻيهر اوڏانهن منهن بہ نہ ڪيان. اهو ڪوڙو هٺ هو ۽ ان ئي احساس مون کي اڪثر موقعن تي نقصان رسايو هو. مون سراءِ وڃڻ جو ارادو لاهي ڇڏيو ۽ پارڪ مان اٿي ٻيهر رستي تي هليو آيس. هاڻ شام جو ڌنڌلڪو وڌندو پي ويو.

رستي ۾ هڪ موڙ تي هڪ نوجوان ڇوڪري وڃي رهي هئي. هوءَ مون ڏانهن مرڪندي اچڻ لڳي ۽ چوڻ لڳي، "ڪيڏانهن پيو وڃين؟" هوءَ منهنجي لاءِ بلڪل اجنبي هئي. پر هن جي بي حجابيءَ جو اندازو ڪري سمجهي ويس تہ هوءَ ٻاهرَ پيري عورت آهي. مون لاتعلقيءَ مان ورائيو. "ڪيڏانهن بہ نہ.... بس ائين ئي وڙڪي رهيو هئس." چوڻ لڳي، "اچ تہ ڪنهن هوٽل ۾ هلون."

"نہ! مون وٽ پئسا ناهن!" مون ورائيو.

"هونهہ! بکيو پينگو... هلين ايئن پيو ڄڻ ڪو لاٽ صاحب هجين... وڃي ڪنهن ڪنڊ ۾ ڪري پئو." هن ڪاوڙ مان ورائيو.

پوءِ هوءَ ڪجهہ دير مون سان گڏ هلندي رهي ۽ پوءِ منهنجي ٻانهن ۾ ٻانهن وجهي هلڻ شروع ڪيو ۽ چوڻ لڳي، "اچ! مون سان گڏ هل... اچ ايئن ئي سهي، تون بہ ڇا ياد ڪندين." آئون حيران ٿي ويس. اچ هڪ رنڊي مون سان همدردي ڪري رهي هئي. آئون شرم ۾ ٻُڏي ٿي ويس. مون ڪيس

چيو، ”نہ! مون کي هڪ ضروري ڪم سان وڃڻو آهي... هن مهل آئون ڪنهن ٻي هنڌ هلي نہ ٿو سگهان.“ ۽ پوءِ پنهنجي ٻانهن ڇڏائي هلڻ لڳس. هوءَ منهنجي ان حرڪت تي صفا سڙي ويئي ۽ ڪاوڙ ۾ چيائين، ”نہ تہ نہ! مون کي ڪو تنهنجي گهرج آهي ڇا... مٺا ٻڪيا پينگا.“ ڪجهہ واٽهڙو اسان کي ڏسي مرڪندا هليا ويا. آئون تڪو تڪو هلڻ لڳس ۽ هوءَ منهنجي پويان ٻڙ ٻڙائيندي مون کي گهٽ وڌ ڳالهائيندي رهي.

مون سنجيدگيءَ سان سوچيو، واقعي آئون ڪيترو نہ ڪري چڪو آهيان. هاڻ منهنجو هي حال ٿي ويو آهي جو ڪاغذي گهوڙا ڊوڙائڻ مان ڪجهہ ڪونہ ورندو. مون کي ڪجهہ نہ ڪجهہ ڪرڻ کپي. مون هيترو وقت ان اميد ۾ وڃائي ڇڏيو تہ آئون پڙهيل ڳڙهيل آهيان. ڪو اهڙو ڪم ڪريان جيڪو منهنجي شان وٽان هجي. جيتوڻيڪ مون نوڪريءَ جي ڪوشش ڪئي. آفيسن ۽ دوڪانن جا چڪر هنيم. پر مون کي ڪٿي بہ نوڪري نہ ملي. رهيو لکڻ ۽ صحافت تہ ان ميدان ۾ بہ مون ڊوڙڻ جي ڪوشش ڪئي، پر ڪڏهن ڪڏهن چار پنج شلنگ ملي ويا تہ ٺيڪ نہ تہ اهو ئي فاقو. لعنت هجي اهڙي زندگي ۽ تعليم تي... تہ پوءِ هاڻ آئون ڇا ڪريان؟ مون پنهنجو پاڻ کان سوال پڇيو... ۽ ان کان پوءِ آئون سمنڊ جي پل وٽ اچي پهتس. ڪجهہ دير اتي بيٺو روسي جهاز کي تڪيندو رهيس. جيڪو سمنڊ ۾ لنگر انداز هو. آئون پل تان هيٺ لهي جهازن جي اسٽيشن تي پهچي ويس. اتان جهاز جي گوديءَ طرف ويس. اتي سامان جو هڪ ڪوڪو پيو هو. آئون ان تي ويهي رهيس. مون جهاز جي عرشي تي هڪ شخص ڏٺو، جيڪو اُت بيٺو هو. هن جي مٿي تي ڳاڙهي ٻتي روشن هئي. آئون هن جي ويجهو وڃي ساڻس ڳالهيون ڪرڻ لڳس.

مون چيو، ”ڪپتان صاحب! ڇا اڄ رات سفر جو ارادو آهي؟“

مون پنهنجي طرف کان اهو سوال بنا ڪنهن سوچ ويچار جي ڪيو هو ۽ مون کي ان جي جواب جي بہ ڪا پرواهہ نہ هئي.

”ها! بس روانا ٿيڻ وارا آهيون.“ هن وراڻيو. مون بہ اڻڄاڻائيءَ ۾ سوال ڪيو، ”ڇا اوهان کي ڪنهن ماڻهوءَ جي گهرج تہ ڪونهي؟“

”ضرورت تہ ڪونهي، البت ڪو محنتي جوان آهي تہ ان کي رکڻ لاءِ ويچاري سگهجي ٿو.“ هن جواب ڏنو. ”جوان ماڻهوءَ جي رکڻ تي ويچاري

سگهجي ٿو.“ مون دل ئي دل ۾ ورجايو ۽ پوءِ پنهنجو پاڻ کي سنڀالي، عينڪ لاهي جلدي کيسي ۾ رکيم ته ڪٿي هن جي نظر منهنجي عينڪ تي نه پئجي وڃي ۽ پوءِ چيم، ”مون کي تجربو ته ڪونهي. پر مون کي پڪ آهي ته آئون هر ڪم ڪري سگهان ٿو. محنت ڪرڻ ۾ ڪا به ڪسر نه ڇڏيندس. اوهين ڪيڏانهن پيا وڃو؟“

”يش پيا وڃون... ڪيبز مان ڪوئلو آڻئون آهي.“ هن ورائيو.

مون به بنا هٻڪ جي چيو، ”نيڪ آهي... اوهين ڪيڏانهن پيا وڃون اُن ۾ منهنجو ڇا... آئون ته ڪم ڪرڻ ٿو چاهيان.“

”اوهان اڳ ڪڏهن سامونڊي سفر ڪيو آهي؟“ هن پڇيو.

”نه! ڪڏهن به نه.... پر اوهان کي يقين ٿو ڏياريان ته اوهان مون کي جيڪو به ڪم ڏيندا سو محنت ۽ ديانتداريءَ سان پورو ڪندس... آئون هر قسم جي ڪم جو عادي آهيان.“

هو ڪجهه دير سوچيندو رهيو. ان وچ ۾ آئون پنهنجو پاڻ کي سفر جي لاءِ آماده ڪندو رهيس ۽ دل ئي دل ۾ ڊڄي رهيو هئس ته ڪٿي هي به مون کي ڪناري تي ڦٽو ڪري روانو نه ٿي وڃن. نيٺ مون هڪ ڀيرو ٻيهر همت کان ڪم وٺندي کيس چيو، ”ٻڌايو ڪپتان صاحب!؟... اوهان جو منهنجي لاءِ ڪهڙو فيصلو آهي؟“

هن ورائيو، ”نيڪ آهي... اسين توکي موقعو ڏيون ٿا... جيڪڏهن تون نيڪ نموني سان ڪم نه ڪري سگهين ته اسين انگلستان ۾ هڪبئي کان ڌار ٿي وينداسين.“

مون به جلدي ورائيو، ”بلڪل نيڪ آهي سائين! اسين انگلستان ۾ هڪبئي کان ڌار ٿي وينداسين.“

منهنجي دل ۾ نئين اُمنگ پيدا ٿي ويئي. هن مون کي اندر وڃڻ جو اشارو ڪيو. آئون جهاز جي مستول تي چڙهي ويس. منهنجو سَند سَند ٿڪاوٽ سبب ٽٽي رهيو هو. جهاز ڪجهه گهڙين کان پوءِ روانو ٿي ويو. آئون ڪرسچينا شهر کي الوداع چئي رهيو هئس. جنهن جي گهرن جي درين مان روشنيون جڳمڳائي رهيون هيون.

(دڙو: 18-ڊسمبر 1996ع)

## نيو فيلڊس طرفان تازه شايع ٿيل ڪتاب

بَکڪ (ناول)
نٽ همسن

اسپارٽيڪس (ناول)
هاورڊ فاسٽ

اندر ملهه، املهه (شاعري)
حيدر علي لغاري

جي ڪاڪ ڪکوريا ڪاپڙي (خط)
شيخ اياز

ڪلهي پاتم ڪينرو (شاعري)
شيخ اياز

پن ڇڻ پڇاڻان (شاعري)
شيخ اياز

ذات ۽ حيات (شاعري)
نارايڻ شيام

سائنس جو معاشري تي اثر
برٽرنڊ رسل

ڪونجون ڪرڪن روهه تي (شاعري)
شيخ اياز

ڏونهاتيل راتيون ۽ رولاڪ (ناول)
غلام نبي مغل

حق موجود ـــ تاريخ جو ڪيڏارو
يوسف شاهين

ڪٿي نہ ڀڄبو ٺڪ مسافر (آتم ڪهاڻي جلد - I ۽ II)
شيخ اياز

ڀڳوانن جي ڀونءِ (سفرنامو)
بدر ابڙو

گهاٽ مٿان گهنگهور گهٽا ءِ
شيخ اياز

ڪيئي ڪتاب (جلد I ۽ II)
رئيس ڪريم بخش خان نظاماڻي

خواب خوشبو ڇوڪري
ماهتاب محبوب

ڏسي ڏوهه اکين سين
جمال ابڙو

## نيو فيلڊس طرفان جلد شايع ٿي رهيو آهي

نورالهديٰ شاهه جو نئون ناول

؟

## نيو فيلڊس طرفان شايع ٿيل آتم ڪهاڻيون

1- شيخ اياز

* ساهيوال جيل جي ڊائري
* ڪراچي جا ڏينهن ۽ راتيون
* ڪٿي نه ڀڄبو ٿڪ مسافر
* ڪٿي نه ڀڄبو ٿڪ مسافر

2- رئيس ڪريم بخش نظاماڻي

* ڪيئي ڪتاب (جلد I)
* ڪيئي ڪتاب (جلد II)

3- جمال ابڙو

* ڏسي ڏوهه اکين سين
* ڊولي ڍڪي آهيان

## نيو فيلڊس طرفان شايع ٿيل دنيا جا ٻه مشهور ناول

- اسپارٽيڪس ـــ هاورڊ فاسٽ
- بُک Hunger ـــ نٽ همسن